# حق موجود

(سچل سرمست جو چونڊ فارسي ڪلام
سنڌي نثري ترجمي سان)

چونڊ، تحقيق ۽ ترجمو

شفقت قادري

روشني پبليڪيشن
ڪنڊيارو
2017ع

Scanned by CamScanner

**Roshni Book No.845**

ڪتاب جو نالو: حق موجود

(سچل سرمست جو چونڊ فارسي ڪلام سنڌي نثري ترجمي سان)

چونڊ، تحقيق ۽ ترجمو: شفقت قادري

ڇاپو پهريون: © روشني 2017ع

ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد

ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ

قيمت: -/200 روپيا

# HAQ MOJOOD

Compiled, Researched & Translated by: **Shafqat Kadri**

Printed: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
First Edition © Roshni 2017

## اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر گاڏي کاتو حيدرآباد
پڪائي بوڪ هائوس اوريئنٽ سينٽر، حيدرآباد+ڪنگ پن بڪ شاپ، پريس ڪلب، حيدرآباد
ڪامريڊ عاصم آخوند لائبريري،نسيم نگر چوڪ ، قاسم آباد +ڪامريڊ بوڪ اسٽال، ڄامشورو
شهر يزدان بڪ اسٽال پٽ شاهه + حيدري ڪتب خانو پٽ شاهه ڪاٺياواڙ اسٽور اردو بازار ڪراچي
لال بخش نيوز پيپر ايجنٽ ٺٽو رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي رابعه سينٽر، لاڙڪاڻو
جاويد بڪ ڊيپو لاڙڪاڻو + نيشنل بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو + نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو
عبدالله بڪ ڊيپو بندر روڊ لاڙڪاڻو اشرف بوڪ اسٽال مسجد روڊ، نوابشاهه+ عوامي بوڪ اسٽال، مسجد روڊ، نوابشاهه
مڪتبه گلشن لياقت مارڪيٽ نواب شاهه+ مڪتبه حافظ اينڊ ڪمپني لياقت مارڪيٽ نواب شاهه
سليمان اينڊ برادرس نواب شاهه + شهيد نذير عباسي ڪتاب گهر، نواب شاهه المهراڻ ڪتاب گهر ڪنڊيارو
حافظ ڪتاب گهر ڪنڊيارو + العزيز ڪتاب گهر عمرڪوٽ + ٿر ڪتاب گهر مٺي ڪنگري بوڪ شاپ اسٽيشن روڊ، ميرپور خاص
حر ڪتاب گهر،ساموئن ماڊل اسڪول ميرپور خاص المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، الفقراء منزل، سانگهڙ
سليم نيوز ايجنسي نيو بس اسٽينڊ، دادو + جنيد بوڪ ڊيپو دادو مراد بوڪ ڊيپو سيوهڻ+ عبدالرزاق بوڪ اسٽال، ميهڙ
ساحر ڪتاب گهر، ڪونڌي ميهڙ مرچو لال بوڪ ڊيپو بدين + رحيم بوڪ ڊيپو بدين + سوجهرو ڪتاب گهر بدين،
مهراڻ بوڪ سينٽر سکر + ڪتاب مرڪز فريئر روڊ سکر + عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ سکر فيضان بوڪ ڊيپو نم جي چاڙهي سکر
بخاري ڪتاب گهر بئراج روڊ سکر+ مڪتبه امام العصر گهوٽڪي سنڌ ڪتاب گهر شڪارپور+ مولوي عبدالحئي شڪارپور
تهذيب نيوز ايجنسي خيرپور ميرس + خيرپور بڪ شاپ خيرپورميرس نيشنل بڪ اسٽال پنج گلو چوڪ خيرپور ميرس
مڪتبه عزيزيه کهڙا + سچل ڪتاب گهر درازا، ڪنول ڪتاب گهر مورو+ حافظ ڪتاب گهرمورو+ ظفر ڪتاب گهرمورو
ميمڻ بوڪ ڊيپو نوشهروفيروز + قاسميه لائبريري اسپتال روڊ، ڪنڊيارو+ سارنگ ڪتاب گهر ڪنڊيارو

# ارپنا

ماروئڙا تولاءِ

تون چاهين ٿي تہ ڇو...

Scanned by CamScanner

# منهنجو هڪ سچ...!

پيٽر اويري، ڪئمبرج يونيورسٽيءَ ۾ فارسي ادب جو پروفيسر ۽ حافظ شيرازيءَ تي پي.ايچ.ڊي، حافظ شيرازيءَ ۽ عام ايراني ماڻهن جي تعلق بابت لکي ٿو تہ ڪيس هڪ ڀيري، واٽ تي هڪ خراب بس بيٺل نظر آئي. ان بس جو ڪلينر پرپرو ويهي ڪو ڪتاب پڙهي رهيو هو. سندس پڙهڻ جي انداز مان لڳو ٿي تہ هو پڙهيل ناهي پر پڙهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي، جو ان ڪلينر ڪتاب جي اکرن تي آڱر ڦيرائي، پڙهڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. ائين ئي جيئن اسان جا ٻار جڏهن پڙهڻ سکندا آهن تہ ڪتاب جي اکرن تي آڱر پڻ ڦيرائيندا آهن. پيٽر اويري جڏهن ڪلينر کان پڇيو تہ هو ڇا پڙهي رهيو آهي تہ ڪلينر وراڻيو 'ديوانِ حافظ'. پيٽر اويريءَ ڪائنس پڇيو تہ هو پڙهيل آهي؟ جنهن جي جواب ۾ ڪلينر ڪيس ٻڌايو تہ هو پڙهيل ناهي پر حافظ شيرازيءَ جي ديوان کي ڪتاب طور استعمال ڪندي هو پاڻ پڙهڻ سکي رهيو آهي. پيٽر اويري اهڙو ئي هڪ ٻيو واقعو بيان ڪندي لکي ٿو تہ اڌو گابرو پڙهيل هڪ نوجوان جڏهن ڪيس ٻڌايو تہ، هو شيراز شهر جو رهاڪو آهي تہ پيٽر اويري حافظ شيرازيءَ جي مشهور غزل جي هڪ سٽ:

آن ترک شيرازي بہ دست آرد دل مارا

پڙهي تہ ان نوجوان پيٽر اويريءَ کي باقي سمورو غزل برزبان ٻڌايو. ان جو هڪ سبب اهو بہ آهي تہ حافظ شيرازيءَ جي ٻولي سلوڻي ۽ عام فهم آهي. پيٽر اويريءَ پنهنجي پاڻ کان سوال ٿو ڪري تہ انگلستان جي ڪنهن عام ماڻهوءَ، ڪنهن نوجوان يا ڪنهن ٽئڪسي واري آڏو جيڪڏهن شيڪسپيئر جي ڪا سٽ پڙهجي تہ، اهڙو ڪو ماڻهو ورلي ملندو جيڪو باقي سٽون برزبان ٻڌائي سگهي.

ڪي ماڻهو اهڙا تہ مهلائتا هوندا آهن جو سندن وجود سندن قوم ۽ ثقافت جو اهڃاڻ ٿي پوندو آهي. اهڙا ڀڳڙا انسان پنهنجي فڪري، فني، ادبي پورهئي وسيلي پنهنجي قوم جي ماڻهن جو خمير بڻجي پوندا آهن. جي اهڙن ماڻهن کي ڪنهن قوم مان ڪاٽو ڪري ڇڏجي تہ باقي پويان شايد ئي ڪجھ بچي. دنيا جو سيئي سڌريل قومون نهايت عظيم ادب جون وارث آهن. نہ تہ پئسا تہ دبئيءَ، شارجہ وارن وٽ بہ جام آهن.

سنڌ ۽ سنڌي ماڻهو لاوارث ڪينهن، گهٽ ۾ گهٽ ادبي لحاظ کان. اسان سياسي لاوارثيءَ جو شڪار آهيون، اسان معاشي، سماجي لاوارثيءَ جو شڪار آهيون پر جي اسان پنهنجي ثقافتي، ادبي ورثي تي نظر وجهون تہ اسان کي نظر ايندو تہ اسان پاڪستان ۾ وسندڙ ٻين مڙني قومن کان وڌيڪ سگهاري فڪري، ادبي وراثت جا وارث آهيون. پر هڪ نئون الميو جيڪو هن وقت جڙي رهيو آهي ۽ جنهن جار اثر ايندڙ وقت ۾ ظاهر ٿيڻا آهن، سو اهو تہ سنڌ جو وچون طبقو ثقافتي ڪسمپرسيءَ جو شڪار ٿي پنهنجي اولاد کي سنڌي پڙهائڻ کان پڙ ڪڍيو بيٺو آهي. ان جو نتيجو اهو نڪرندو جيڪو پنجابي ماڻهن جو پنجابيءَ کان منهن موڙڻ مان نڪتو. سندن ٻوليءَ جي اوسر رڪجي وئي، نتيجي ۾ سندن ثقافتي اوسر بہ ڏڪجي وئي. نہ تہ اقبال، فيض، جالب، جهڙا وڏا شاعر اردوءَ ۾ شاعري ڇو ڪن ها! ڇا ٿا سمجهو جي فيض ۽ جالب، پنجابيءَ ۾ پنهنجو ڪلام چون ها تہ پنجابيءَ ڪيتري نہ اوسر ڪري ها. اسان کي سنڌيءَ سان ائين ٿيڻ ناهي ڏيڻو.

منصور ثاني سائين سچل سرمست بہ سنڌ جو ۽ سنڌي ماڻهوءَ جو خمير آهي. سچل جي ٻولي بہ، حافظ شيرازيءَ جيان، سلوڻي ۽ عام فهم آهي. وچين طبقي سان واسطو رکندڙ 'ڊگري يافتہ' ماڻهن کي جيڪڏهن چئجي تہ توهان لطيف سرڪار جو مطالعو ڪريو تہ ٺهہ پهہ جواب ايندو 'پٽائيءَ جي سنڌي ڏکي آهي!' هلو ڀلا جي ڀٽائي سرڪار جي سنڌي ڏکي آهي ۽ صرف ان سبب ڪري توهان لطيف سائين کي نٿا پڙهو تہ پوءِ ڀلا سچل سائينءَ کي پڙهيو اٿوَ؟ سندس ٻولي تہ عام فهم،

صفا سلوڻي آهي. گهڻو ڪري ماڻهن جو جواب وري به نهڪر ۾ ايندو آهي. مسئلو لطيف سائينءَ جي ٻولي سولي يا ڏکي هجڻ جو ناهي. مسئلو اهو آهي تہ اڪثر مڊل ڪلاسي ماڻهو يا تہ ثواب خاطر پڙهندا آهن يا مارڪن خاطر. لطيف سرڪار، سچل سرمست جي مطالعي ۾ ڪهڙو ثواب يا ڪهڙيون مارڪون! علم جي مفهوم کي اسان نهايت سوڙهو ڪري ڇڏيو آهي. علم معنيٰ سرٽيفڪيٽ، ٺپا، ڊگريون!

سچل سائين فارسيءَ ۾ پڻ گهڻو ڪلام چيو آهي. توڙي جو سنڌيءَ تي فارسيءَ جو وڏو اثر رهيو آهي پر فارسي داني هيئنر سنڌ ۾ پويان پساهہ پئي کڻي. ماڻهن کان ڪاٽي ٿو پڇي جو هو پنهنجي لساني، فڪري شاهوڪاريءَ تي محنت ڪندا رهن. مولوي حضرات ۽ انگريزي سنڌن سڀ ڪم ڪريو ڇڏي الله بہ خوش، عبدالله بہ خوش!

هن ڪتاب ۾ جيڪي فارسي شعر آهن تن مان گهڻائي سچل سائينءَ جي ڪلام 'ديوان آشڪار' منجهان ڪنيل آهن. ڪنهن بہ شاعر جي شعرن جي چونڊ هڪ اوکو ڪم آهي. هيءَ چونڊ ڪرڻ وقت صرف اها ڳالهہ ذهن ۾ رکي وئي هئي اهڙن شعرن جي چونڊ ڪجي جنهن مان سچل سرمست جي سرمستي، منصوريت ۽ لاڪوفيت جي پروڙ پوي. سچل سائينءَ جو ڪجهہ فارسي ڪلام سنڌيءَ توڙي اردو ۾ ترجمو تہ ٿيو آهي پر شايد، نوي واري ڏهاڪي کان پوءِ، ان ڏس ۾ ڪو گهڻو ڪم ناهي ٿي سگهيو.

هن ڪتاب جو مقصد پڙهندڙن کي سچل سائين ڏانهن رجوع ڪرائڻ آهي. هيءَ سنڌس سرمستيءَ جو چَسُ وٺڻ جي نينڍ آهي. هيءَ، لطيف سرڪار چواڻي، 'پنهون ٿيس پاڻ'، واري عشق جي منزل کي سڃاڻڻ جو هڪ سڏ آهي. هيءَ ڪتاب انسانيت کي ٽڪرن ۾ ورهايل نہ پر ڪُل ڪري ڏسڻ جو عرض آهي. عمر خيام چوي ٿو:

هفتاد دو ملت اند درين دين ڪم و بيش
از ملت .هائي عشق دارم درپيش

(هن مذهب ۾ لڳ ڀڳ ٻاهتر فرقا آهن. پر مان عشق جي فرقي سان واسطو رکان ٿو).

Scanned by CamScanner

الغرض، هيءَ ڪتاب پنهنجي ثقافتي ورثي تي فخر ڪرڻ ۽ مڊل ڪلاسي ڪلچرل ڊپريشن مان نڪرڻ جو هڪڙو نياپو آهي.

اين شراب عاشقان را هر کہ خورد
مست آمد دائما هوشيار نيست
(شهباز قلندر)

عاشقن جي اها شراب جنهن چکي، اهو هميشہ لاءِ سرمست ٿيو پوي، وري ڪڏهن هوشياريءَ ۾ نٿو اچي.

شفقت قادري

4، جون، 2017
حيدرآباد، سنڌ

Scanned by CamScanner

## 1

گر بخوانی دو صد ھزار کتاب
مے شود بر تو صد ھزار حجاب

جز محبت ھمہ ست گمراہی
اي بجز درد زندگی ست عذاب

این طریقہ کدام مے باشد
کہ نہ تقویٰ، نہ طاعت و نہ حساب

آشکارا گذر زمذھب ھا
در رہِ عشق چہ گنہ چہ ثواب



Scanned by CamScanner

# 1

جيڪڏهن تون سوين هزارين ڪتاب پڙهي بہ ورتا، پوءِ بہ (پريندَ سان مُڪا ميل ٽيڙ لاءِ) توتي سوين هزارين حجاب آهن. محبت کانسواءِ گمراهي ئي گمراهي آهي، درد، سوز کان سواءِ زندگي عذاب آهي. هيءَ ڪهڙو طريقو (رستو ، واٽ) آهي، جنهن ۾ نہ تقويٰ آهي، نہ اطاعت ۽ نہ ئي پاڙ سان ڪو حساب ڪتاب! "آشڪار" مذهبن کان اُپڙي نِڪرُ، عشق جي راهہ ۾ ڇا گناهہ ۽ ڇا ثواب.

—

Scanned by CamScanner

## 2

در هر دوجهان شرارِ عشق است
زیں شمس و قمر بهارِ عشق است

از کرسی و عرش تا ثریٰ هم
این جمله مرغزار عشق است

بینی بجهان چوں خوبرویاں
دانی که همیں نگارِ عشق است

جزیار دگر طرف نه بیند
آں دیده که پر خمارِ عشق است

تاجِ سرِ ماست آشکارا
آں خاک که رهگذارِ عشق است



Scanned by CamScanner

## 2

ٻنهي جهانن ۾ عشق جي باھ ٽي ٻرڪي. هي سڄ ۽ چنڊ ٻہ عشق جي بهار (ڪري روشن) آهن. فرش کان عرش تائين جو ڪجهہ آهي، سو درحقيقت عشق جي ساوڪ (آبادي) آهي. دنيا جي سُهڻن کي ڏسو کين لڳي ٿو تہ سندن موچارپ بہ پرينءَ پيار ڪري آهي. جا اک عشق ۾ خماريل آهي، سا اک يار ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي ڏانهن ڪڇندي ئي ناهي. ”آشڪار“ اهو جيڪو عشق جي راھ جي خاڪ آهي، سو منهنجي تہ سِرَ جو تاج آهي.

## 3

مے کشد عاشق براهش انتظار
بے شمار و بے شمار و بے شمار

کارِ عشق روز و شب باشد همیں
اشکبار و اشکبار و اشکبار

مجلس غم داشتن عشاق را
گریہ زار گریہ راز گریہ راز

مے شود عاشق ز عشقش دمبدم
بے قرار و بے قرار و بے قرار

سرِ مخفی راز پنہاں فاش شد
آشکار و آشکار و آشکار



Scanned by CamScanner

## 3

عشق جي راهہ پر عاشقن جو انتظار؟ بيشمار بيشمار بيشمار. رات ڏينهن عاشقن جو ڪم؟ اک آلي، اک آلي، اک آلي. درد جي محفل جو عاشقن تي ڪرم؟ هنجون هارڻ، هنجون هارڻ، هنجون هارڻ. عشق هر لمحي عاشق کي رکيو؟ بيقرار بيقرار بيقرار. لڪيل، ڳجهو راز هاڻي آهي آشڪار آشڪار آشڪار.

Scanned by CamScanner

## 4

مے زنم نعرہ انا الحق آشکار
اندریں آخر زماں منصور وار

کوس منصوری بکوبم در جہاں
گر رود سر خوشترم باشد نثار

ہر کہ محروم است از اسرار عشق
کے شود ز عاشقان دلفگار

سدا سکندر بود ایں جسم و جاں
بشکنی فتحت شود اے نامدار



Scanned by CamScanner

## 4

آشڪارا! مان اناالحق جو نعرو هڻان ٿو. مان هن زماني جو منصور آهيان. مان دنيا اندر منصوري نقارو وڄايان پيو جڪڏهن منهنجو سِرُ هليو بہ ويو تہ پرواهہ ناهي، سِرُ خوشيءَ سان ان منصوري نقاري تان قربان. اهو جيڪو عشق جي راز کان محروم (ناواقف) آهي، اهو گمايل سينن وارن عاشقن جهڙو ڪيئن ٿو ٿي سگهي! هي جسم ۽ جان تہ سڪندر واري ڀتِ (رڪاوٽون) آهن. اي ناليرا! اهي رڪاوٽون ٽوڙڻ سوکارو ٿي.

نوٽ: ايران جي گلستان صوبي ۾ هڪ اوئلي دفاعي ڀت موجود آهي، جيڪا ايران کي ترڪمانستان کان ڌار ڪري ٿي، ان ديوار کي سدِ سڪندر چيو ويندو آهي.

–

## 5

مے کنم از عشق در ہر کوچہ وبازار رقص
چونکہ مے آید تن ووجاں را ازاں اسرارِ رقص

از نوائے چنگ و نے طنبور بشیدا می شود
دم بدم شد زاہد در خواب، در بیدار رقص

از وضائف، از لطائف معرفت حاصل نہ شد
روز شب از درد و غم مشغول اندر کارِ رقص

کہ بیائی سوئے ما ہشدار از خودؔ مے روی
اندریں مے خانہ چوں مستاں کنی یک بار رقص

وقتِ حالت نیست ہردم تا ندانم کے شود
آشکارا ہم چوں شہہ منصور کن بردارِ رقص



Scanned by CamScanner

## 5

عشق جي ڪري مان هر گھڙيءَ ۽ هر بازار ۾ رقص ڪيو آهي، (ڇاڪاڻ جو) منهنجي تن ۽ من ۾ ازلي اسرار رقص جي صورت ۾ ظاهر ٿيا آهن. چنگ، بانسري ۽ تنبوري جي ساز توکي ديوانو ڪري ڇڏيو. زاهدُ تہ هر گھڙيءَ غفلت جي خواب ۾ آهي، مان بيداريءَ ۾ رقص ڪيان ٿو. وظائف، لطائف سان پرينءَ جي قربت (معرفت) حاصل نہ ٿيندي، صبح شام، درد ۽ سوز ۾ مشغول (هجڻ) ۽ رقص (جو ڪم ڪجي). جيڪڏهن مستن جي محفل ۾ اچڻ چاهين ٿو تہ پنهنجي پاڻ کي وساري اچ. (ڇاڪاڻ جو) مستن جي مئہ خاني ۾ هڪڙي ئي نوع جو رقص (پاڻ وسارڻ) هلندو آهي. ”آشڪار“! اڃا اها منزل تہ ناهي، پر نہ ڄاڻ تہ ڪڏهن، منصور وانگر سوليءَ تي رقص ڪرڻو پوي.

—

## 6

در دیدۂ معشوقاں اسرار ہے بینم
وا جلوہ گری حسنش اظہار ہے بینم

در کون و مکاں باشد حقا کہ ظہور او
در دیر خراباتی دید ار ہے بینم

ایں جملہ تجلی اور گر دیدہ بکشائی
دیوار چہ دروازہ آں یار ہے بینم

اے شیخ! گرو باید تسبیح و مصلا را
یک لمحہء نورش در زنار ہے بینم



Scanned by CamScanner

# 6

معشوقن جي اک ۾ راز ڏٺو اٿئون. هن حُسن جي جلوي جو اظهار ڏٺو اٿئون. ڪنڊ ڪڙڇ ۾ هن جو ظهور ئي تہ آهي. آتش پرستن جي عبادتگاهہ ۾ بہ پرين ڏٺو اٿئون (پرين هر جاءِ تي موجود آهي، سندس موجودگي مسجد، مندر، ڪليسا، مڙهيءَ جي محتاج ناهي). جي اک ڪولي ڏسين توکي تہ هر شيءِ سندس تجلي لڳندي، ڪهڙي ديوار ۽ ڪهڙو در! هر جاءِ پرين ڏٺو اٿئون. اي شيخ (ملان)! تسبيح ۽ مصلي کي پاسي تي رکي ڇڏ. زُنار ۾ پرين جي نور کي ڏٺو آٿئون.

نوٽ: زُنار، جڻيو ، هڪ ڏور جيڪا ڪي عيسائي پنهنجي چيلهہ جي چوڌاري ۽ هندو برهمڻ پنهنجي سيني تي، آڏي ٻڌندا آهن.

—

## 7

بزرگی، پارسائی را نہ دانم
عداوت، آشنائی را نہ دانم

کہ گم گشتیم در دریائے حیرت
ہماں جا چوں چرائی را نہ دانم

چوں رفتم از تن خاکی بیک بار
بہ بے خود خود نمائی را نہ دانم

بگیرم راہ عشق و درد و غم را
ہماں زھدِ ریائی را نہ دانم

اگرچہ شعلہ ء نورش بہ بینم
سیاہ و روشنائی را نہ دانم

کجار فتم زخود رفتیم باری
گدائی بادشائی را نہ دانم



Scanned by CamScanner

## 7

بزرگيءَ، پارسائيءَ کي نہ ڄاڻان، ڏوريءَ، ويڇوڙائيءَ کي نہ ڄاڻان. مان حيرت جي درياءَ ۾ گم آهيان، ’ڇو‘ ۽ ’ڇالاءِ‘ کي نہ ڄاڻان. هڪ ڀيرو خاڪي جسم منجهان نڪري اچڻ کانپوءِ بيخود آهيان، خود نمائيءَ (ڏيکاءَ) کي نہ ڄاڻان. عشق جي، درد ۽ سوز واري راهہ تي آهيان. زهد ۽ ڪوڙي عبادت (ڍونگ) کي نہ ڄاڻان.ها، هن جو نور پسان پيو، روشنيءَ، اونداهيءَ کي نہ ڄاڻان.پنهنجي پاڻ منجهان نڪرڻ کانپوءِ نہ ڄاڻ تہ ڪاٿي آهيان. بادشاهيءَ، فقيريءَ کي نہ ڄاڻان.

—

## 8

نہ من دیندار بے دینم چہ مے دانیدا اے یاراں
نہ از آنم از انینم چہ مے دانیدا اے یاراں

نہ ھندیم، نہ سندھیم، نہ پنجابی نہ دکھنی ام
نہ من از ملک فسطینم چہ مے دانیدا اے یاراں

نہ عربی ام، نہ شامی ام، نہ مصری ام، نہ رومی ام
نہ از چینی وما چینم چہ مے دانیدا اے یاراں

نہ شیرازی نہ حلبی ام، نہ ایرانی نہ تورانی
نہ من از خاکِ غزنی ام چہ مے دانیدا اے یاراں

بہر مظہر نگار آمد، نہاں بُد آشکار آمد
عجب اسرار مے بینم چہ مے دانیدا اے یاراں



## 8

ديندار يا بي دين، ڇا آهيان توهان ئي ڀڙايو يارو. مان نہ هِتان جو نہ هُتان جو ڪجھہ توهان ئي ڀڙايو (تہ ڪٿان جو آهيان) يارو. نہ هندي آهيان، نہ مان سنڌي ، نہ پنجابي، نہ دڪني، نہ ئي قسطنطنيہ (ترڪي) جو، توهان ئي ڀڙايو يارو. نہ عربي، نہ شامي، نہ مصري، نہ رومي، چيني بہ ناهيان، توهان ئي ڀڙايو يارو. نہ شيرازي، نہ حلبي (حلب شهر جو)، نہ ايراني، نہ توراني (تور پرڳڻو وچ ايشيا جو رهواسي)، نہ غزني (افغانستان جو)، توهان ئي ڀڙايو يارو. هر مظهر ۾ هُو عيان آهي، لڪل آهي. عجب اسرار ڏٺا اٿم، توهان ئي ڀڙايو يارو.

–

Scanned by CamScanner

## 9

در دلِ عشاقہا ایں بے قراری تابہ کے
نالہا، فریادہا و زار و زاری تابہ کے

و ملازمت، وشکایت سر نمے پچیم ما
در ریت ایں دیدہا را انتظاری تابہ کے

دُلدل عشقت ربود از زمامِ اختیار
اختیارم رفتہ است بے اختیاری تابہ کے

اے ز تیغ نازو غمزہ عاشقاں رامے کشی
بر سرِ مشتاقہا ایں حکم جاری تابہ کے

از طرف دلدار آمد آشکار ایں جواب
کز غم ایامہا رامے شماری تابہ کے



## 9

عاشقن جي دل ۾ ههڙي بيقراري، ڪيستائين! روئڻ، هنجون هارڻ، زارو زاري، ڪيستائين! .هر ملامت، هر شڪايت پنهنجي سِرَ تي سَنم. هن ديد ڪي (تنهنجي ديدار جي) انتظاري، ڪيستائين! عشق جي تيز رفتار گهوڙي جي واڳ منهنجي هٿن مان ڇڏائجي وئي آهي، منهنجو پاڻ تان اختيار ويو ههڙي بي اختياري، ڪيستائين! عاشقن کي نازن ۽ ادائن جي تلوار سان قتل ٿو ڪرين، پنهنجن مشتاقن مٿان ههڙو حڪم، ڪيستائين! "آشڪار" يار جي طرفان نياپو آيو آهي، 'ڏُکن جا ڏينهن ڳڻيندين، ڪيستائين!'

–

Scanned by CamScanner

## 10

عشق بے نام و نشاں ست تُو خود مے دانی
ذات آں عین و عیاں ست تو خود مے دانی

عاشقاں رقص کناں بر در تو مخمور اند
گریہ و نالہ فغاں ست تو خود مے دانی

اندریں درد فراقت، عمرم مے گذرد
ایں عیاں راچہ بیاں ست تُو خود مے دانی

زیستن جُز تو دریں عالم دشوار بسے است
حالتم بیں کہ چناں ست تُو خود مے دانی

آشکار ست کہن سال بدانی صنما
در خیالِ تو جواں ست تو خود مے دانی



Scanned by CamScanner

## 10

عشق جو ڪو نالو ڪو نشان ناهي هوندو (عشق نالي، نشان، اهڃاڻ ڏيکاءُ کان مٿاهون ٿيندو آهي). تون تہ ڄاڻين ٿو. اها ذات عين ۾ عيان آهي، تون تہ ڄاڻين ٿو. خماريل عاشق تنهنجي در تي رقص ڪري رهيا آهن، هنجون هاري رهيا آهن، تون تہ ڄاڻين ٿو. ڦوڙائيءَ جي درد ۾ حياتي گهاريان پيو منهنجي حالت عيان آهي، ان جو (تو آڏو) ڪهڙو بيان ! تون تہ ڄاڻين ٿو.تو سواءِ، هن دنيا ۾ جيئڻ ڏکيو آهي، سڀ ڪجهہ منهنجي حالت مان ظاهر آهي، تون تہ ڄاڻين ٿو.'آشڪار' آهي تہ پوڙهو پر اي محبوب! تنهنجي خيال ۾ (تنهنجي سار جي ڪري) جوان آهي، تون تہ ڄاڻين ٿو.

Scanned by CamScanner

# 11

ساقیا، دہ مرا پیالہ شراب
تا شود محو ز گناہ و ثواب

کن مرا مست در جہاں ہمچوں
دل گداز و ہمیشہ چشم پر آب

ساقیا، آزاد تو ز ہستی کن
لیل و نہار مرا بمستی کن

بے خبر از دو عالم ہمچوں
چہ بلندی وچہ ز پستی کن

ساقیا، از مے لبالب کن ایاغ
خاطر از بوئش شود چوں باغ باغ

بسکہ غم دارم ز دوری یارِ خویش
یار مے جوئم کہ چشمش چوں چراغ



Scanned by CamScanner

## 11

ساقي! مون کي شراب جو پيالو ڏي تہ جيئن مان گناھ ۽ ثواب (جا مسئلا) وساري ڇڏيان. مون کي هِن جهان ۾ ائين مست ڪر، تہ جيئن منهنجي دل هميشہ گداز هجي ۽ اک هميشہ آلي. ساقي! مون کي هستيءَ جي قيد کان آزاد ڪر. منهنجا ڏينهن رات مستيءَ سان پرپري ڇڏ. مان پنهي جهانن کان بيخبر ٿي وڃان، اوچائيءَ ۽ پستيءَ جي پرواھ مان منهنجي جان آجي ٿئي. ساقي! پيالي کي شراب سان ٽمٽار ڀر، ان (شراب) جي خوشبوءِ سان منهنجي دل باغ باغ ٿي وڃي. پنهنجي يار کان دوريءَ جو درد اٿم. يارا! جنهن جو اکيون ڀرندڙ ڏيئي جهڙيون آهن.

## 12

ہر کجا آں شاہ عشق خیمہ زد
ہر کسے را زیرِ فرماں آورد

عقل را آں جانہ جائے رفتن است
ہم ز ایماں کیش دین بر گشتن است

عشق شاہ است و عقل درباں او
ایں سپاہی یک بود سلطانِ او

عشق مے باشد ہمہ آگاہِ راز
عشق اندر ہر دو عالم شاہباز

اے پسر جُز عشق دیگر راہ نیست
عشق سلطان است دیگر شاہ نیست

عشق جسم و جاں را سازد فنا
از فنا مے آورد سوئے بقا

Scanned by CamScanner

عقل گوید طاعت و تقویٰ بکُن
عشق گوید خویش را رسوا بکُن

عقل گوید از ملامت دور باش
عشق گوید ملحد مشہور باش

عقل مے گوید برو افگن نقاب
عشق مے گوید بروں شو از حجاب

عقل گوید سجد و سجا دار
عشق گوید کن تیاری سوئے دار

عقل گوید از بدی پرہیز کُن
عشق گوید نیک و بد آمیز کن

عقل گوید پارسائی کن بسے
عشق گوید بے نوائی کن بسے

عقل مے گوید تُو در ہستی بیا
عشق مے گوید تُو در مستی بیا

عقل را دانی کہ در تقلید شد
عشق را خوانی کہ صد توحید شد

Scanned by CamScanner

ملک و جاہ و تخت خواہی درجہاں
کے شوی تو از گروہِ صوفیاں

با غلامانِ لطیف و تخت زر
کے شوی از راہ معنیٰ باخبر

با حکیماں و ندیمانِ جہاں
کے رسی اندر طریقِ عاشقاں

پردہ را اول از خود تو باز کُن
وانگہے برخیز و رہ را ساز کُن

اے وصالت گشتہ بر من آشکار
مے بُرد فردا مرا درپائے دار



Scanned by CamScanner

## 12

عشق بادشاهه جتي تي پنهنجا خيما کوڙيا، اُتي هر ڪنهن کي پنهنجو پانهو ٻڌائي ڇڏيائين. عقل ان جاءِ تائين رَسي نٿو سگهي. اُتي دين ۽ ايمان جو سُوال بہ ناهي رهندو. عشق بادشاهه آهي ۽ عقل دربان، هيءُ (عقل) پيادو آهي ۽ هو (عشق) سلطان. عشق مٿي ڪان پير تائين راز رمز جو ڄاڻو عشق پنهي جهانن ۾ شهباز آهي. اي پُٽ! عشق ڪانسواءِ ڪا ٻي واٽ ڪانهي، عشق شاهن جو شاهه آهي، ڪو عام بادشاهه ناهي. عشق جسم ۽ جان کي فنا جو درس ڏيندڙ آهي ۽ انهيءَ فنا ۾ ئي تہ بقا آهي. عقل چوي ٿو تہ تقويٰ ۽ اطاعت اختيار ڪر. عشق چوي ٿو تہ پنهنجي پاڻ کي خوار ڪر. عقل چوي ٿو تہ ملامت ڪان پري ڀڄُ. عشق چوي ٿو تہ مشهور (بدنام) مُلحد ٿي. عقل چوي ٿو تہ مُنهن ڍَڪِ (پاڻ تي پوش چاڙهہ). عشق چوي ٿو تہ سڀ حجاب ترڪ ڪر. عقل چوي ٿو تہ تسبيح ڪڻ، مصلي تي ويهہ. عشق چوي ٿو تہ سُوليءَ تي چڙهڻ جي تياري ڪر. عقل چوي ٿو تہ بديءَ کان پرهيز ڪر. عشق چوي ٿو تہ نيڪي ۽ بديءَ کي هڪ ڪري ڇڏ. عقل چوي ٿو تہ پرهيزگار پارسا ٿي وڃ، عشق چوي ٿو تہ ماٺ ٿي وڃ. عقل چوي ٿو تہ هستيءَ (بود) ۾ اچ. عشق چوي ٿو تہ مستيءَ (نابود) ۾ اچ. عقل رڳو تقليد سُڃاڻي. عشق سَوَ توحيد سُڃاڻي. هِن جهان ۾ نوڪي شان شوڪت، تخت تاج ۽ مال ملڪيت بہ گهرجي، پوءِ تون ڪيئن ٿو صوفين جي سَٿ جو ساٿي ٿي سگهين! تخت تاج، مال ملڪيت جا غلام (حق جي) راهه جي معنيٰ جو ڏس پتو ڪيئن ٿا ڏهي سگهن! دنيا جا داناءَ ۽ دنياداريءَ جا ستارا، عاشقن جي طريقت ڪيئن ٿا سِکي سگهن! پهريان پنهنجي پاڻ تان پردا هٽاءِ، پوءِ ان (عشق جي) راهه تي پير رک. (پرين) تنهنجي ميلاپ جو راز مون تي آشڪار آهي. ها، سوليءَ ۾ آهي يار جو وصال.

## 13

من با و مست یار مست بما
تا کہ از عہد دا دوست بما

طرف دیگر نظر نینہ ازد
دیدہ در دیدہ گردشت بما

چشم مخمور و جام در دستش
بکنار آمدہ نشست بما

توبہ کن از ثواب و جرم گناہ
اندریں رہ کمر بہ بست بما

دوست را مونسی و ہم نفسی
چند ایامہا گذشت بما

آشکارا تو شادباش صنم
عہد نامہ وفا نوشت بما



# 13

مان يار سان مست آهيان، ۽ يار مون سان مست آهي. ايتري قدر جو يار مون سان عشق جو وچن بہ ڪري ڇڏيو آهي. منھنجو يار ڪنھن ٻئي ڏانھن ڏسي بہ نٿو. منھنجون ۽ يار جون نظرون هڪ ٻئي سان اِئين جُڙيل آهن. يار جون اکڙيون خماريل آهن ۽ سندس هٿڙن ۾ پيالو آهي، (ان انداز ۾) يار منھنجي پير ۾ ويٺل آهي. گناهہ ۽ ثواب (جي چڪرن) کان توبھہ! ان ڳالھہ ۾ يار بہ مون سان ٻڌل آهي. يار سان منھنجي جيڪا انسيت ۽ ويجھڙائي آهي، سا نئين ناهي. اهو قصو تہ وڏي وقت کان پيو هلي. اي آشڪار! تنھنجو يار سدا خوش هجي، جنھن توکي وفا جو عھد نامو لکي ڏنو آهي.

## 14

ای کہ باتیغ عشق کشتۂ ما
دست از جسم و جاں کہ شستۂ ما

چونکہ واقف شدم در اسرارش
سبحہ و زنار را گستۂ ما

پیش محبوب آشکارا بیں
قدر عالیست دل شکستۂ ما.



Scanned by CamScanner

## 14

اسان جيڪي عشق جي تلوار سان قتل ٿيل آهيون. اسان جيڪي پنهنجي جسم ۽ جان کان آجا ٿيل آهيون. جڏهن عشق جي رمز جي پرورش پئي، تڏهن تسبيح ۽ زنار ڇني ڇڏيم. اي آشڪار! ڏس ته پرينءَ وٽ، تنهنجي ٽُٽل دل جو ڪيترو نه قدر آهي.

—

## 15

بشنو ای دل باتو گویم بارہا
در طریقِ عشق گریہ و زارہا

یار را دیدم دلم از دست رفت
زلف پیچا پیچ ھمچوں مارھا

آں سیہ موئی مثالِ ازدھاست
دردمنداں را دہد آزارہا

زلف بر رُخِ یار آویزاں شدہ
تا بدیدن او دلم شد پارہا

خوں می ریزند مشتاقان بدم
آں نمی دانند دیگر کارہا

کی کنم توبہ ز دیدار بتان
چونکہ می بینم دراں اسرارہا

Scanned by CamScanner

بسکہ از دیدن ھما جلوہ جمال
عاشقاں بدھند سر بردارہا

زاہداں و عابداں وقاضیاں
می کنند از حسن او گفتارہا

عاشقاں در دردِ عشقش مبتلا
من یک نہ باشم ولی بسیارہا

در رہ آنہاں منہ پا زاہدا
کوی عاشقاں بود پُر خارہا

دیں ما از دست رفتہ چوں کنم
در گلو انداختم زنارہا

کرد طاقت طاق از دردِ فراق
اشک افشاں نیم چوں فوارہا

گاہ اندر ہجر گہہ اندر وصال
گاہ نشیں خار گہہ گلزار ہا

ہر کجا تعریف حسنِ یار نیست
مجلس آں شد ہمہ مردار ہا

Scanned by CamScanner

آں کہ در خوابست دوراست از حبیب
ایں خبر دارند شب بیدارہا

ایں عشق ست نے از شاعریست
کہ خساں دانند ایں اشعارہا



Scanned by CamScanner

# 15

اي منهنجي دل، ٻڌا! توکي ڪيترا ڀيرا چيو اٿم تہ عشق جي راھ ۾ روئڻو پوندو آهي. يار کي ڏسڻ سان دل هٿن مان نڪري وئي. يار جا پيچدار زلف، نانگ جيان آهن. سندس ڪارا وار ازدها آهن ۽ دردمندن کي ويتر آزاريندا آهن. وار يار جي مُکَ تي پيل آهن. اهو لقاءُ ڏسي منهنجي دل سَوَ ٽڪرا ٿي رهي آهي. هر گهڙيءَ عاشقن جو قتلام ڪرڻ ڪانسواءِ يار جي وارن کي ڪو ٻيو ڪم سُجهي ئي ڪونہ! يار جي ديدار کان توبہ ڪيئن ڪيان! مون تہ سندس ديدار ۾ انيڪ اسرار ڏٺا آهن. سندس جمال جو جلوو پسڻ سان، عاشق پنهنجا سِرَ اڏيءَ تي ڌريندا آهن. زاهد هجن يا عابد، يا وري قاضي، ڳالهيون سڀ يار جي سونهن جون ئي ڪندا آهن. رڳو مان ئي نہ پر ٻيا بہ ڪيترائي سندس عشق جا ماريل آهن. اي زاهد! تون ان (عشق جي) راھہ ۾ پير نہ پاءِ، عاشقن جي گهٽي ڪُنڊڻ سان پريل اٿئي. منهنجو دين منهنجي هٿن مان ڇڏائجي ويو ڇا ڪيان! پنهنجيءَ ڳچيءَ ۾ زنار (جڻيو) وجهي ڇڏيو اٿم. يار پنهنجي وڇوڙي جو درد ڏئي، منهنجي سموري طاقت ختم ڪري ڇڏي. منهنجون اکيون نيساري جيان وهي رهيون آهن. ڪڏهن وڇوڙو تہ ڪڏهن ميلاپ، ڪڏهن ڪنڊا تہ ڪڏهن گُلَ. جنهن محفل ۾ يار جي تعريف ناهي/ نہ ٿئي، اها محفل مردارن جي محفل آهي. جيڪي سُتل آهن، سي دوست کان ڏور آهن. اها پروڙ انهن کي ئي آهي، جيڪي راتيون جاڳي ڪاٽين ٿا. هي عشق جون ڳالهيون آهن. فقط شاعري ناهي. پر ڏڏَ انهن ڳالهين کي ڪا ٿي ٿا سمجهي سگهن.

-

## 16

غریبی بے کسی شد مایۂ ما
کہ بالا تر بود ایں پایۂ ما

دلم پُرغم پریشاں ز اشتیاقش
ز دردم شیر دادہ دایۂ ما

بدانیستم ما کان یار دورست
وے نزدیک تر ہمسایۂ ما

نمیدانم فغاں ایں نالہا چیست
خوش آمد دوست را ایں ہایۂ ما

ندا آمد بگفتا آشکارا
کہ پروده توئی در سایۂ ما



Scanned by CamScanner

## 16

اسان جي حياتيءَ جي ڪُل پونجي مسڪيني ۽ بيڪسي آهي. منهنجو اهو رتبو ئي سڀ کان اعليٰ رتبو آهي. دل اشتياق جي ڪري غمگين آهي. منهنجي دائي مونکي سُتي ئي درد جي پياري هئي. مان سمجهندو هيس ته يار مون کان ڏور آهي، پر هو ته منهنجي بلڪل ويجهو آهي. مون کي خبر ناهي ته هي آه ۽ زاري، هي روڄ راڙو ڇالاءِ ٿو ڪيان! خبر ناهي ته يار کي منهنجي آه ۽ زاري ڇو ٿي وڻي. يار مون کي چيو ته، اي آشڪارا! تون اسان جي ڇانوَ ۾ نپنو آهين.

Scanned by CamScanner

## 17

من کجایم من کجایم من کجایم
ہرچہ ہست و نیست جملہ آں خدا

ذرہ خالی بنا شد غیر او
چشم بکشابیں کہ در ہر بادشاہ

گاہ بی صورت گہی باصور تست
گاہ می آید بہ مظہر مصطفا صہ

پردہ زیر افگندہ پیش روی خود
باز ظاہر شود بصورت مرتضا عہ

گاہہ حسن عہ و گہ حسین عہ و فاطمہ عہ
گشت ہادی گمراہاں را رہنما

خویش را در ہر لباسی آورد
آشکار ست شہ نجف را خاکپا



Scanned by CamScanner

## 17

مان ڪاٿي آهيان! مان ڪاٿي آهيان! مان ڪاٿي آهيان! جيڪو ڪجهه آهي يا ناهي سو سڀ خدا آهي. ڪو به ذرو سندس جلوي کان خالي ناهي. اکيون کولي ڏس ته توکي هر شيءِ ۾ هُو ئي هو نظر ايندو. هُو ڪڏهن ڪو روپ، ڪا صورت اختيار ڪري ظاهر ٿيندو آهي ته ڪڏهن بي روپ، بي صورت. ڪڏهن محمد مصطفيٰ جي شڪل ۾ ظاهر ٿيو. ڪڏهن پنهنجي منهن تي پردو ڪري ٿو ۽ علي مرتضيٰ جي صورت ۾ ظاهر ٿيو. ڪڏهن حسنؑ، ته ڪڏهن حسينؑ فاطمہؑ بڻجي گمراهن جو سُونهون ٿئي ٿو. بس! هُو پنهنجي پاڻ کي مختلف لباسن ۾ ظاهر ڪري ٿو. اي آشڪار! تون نجف جي شاهه جي پيرن جي مٽي بڻجي وڃ.

-

## 18

کار کنم یا نکنم یار در آغوش ما
ای زبی گفتگو خوشتر خاموش ما

بندہ ام نہ خواجہ ام یارم بندہ نواز
کی نکنم بندگی حلقۂ در گوش ما

بندہ نوازی خوشم از سر آں خواجگی
خواجہ نوازی نہ ہست بندگی پوش ما

از مئ وحدت چناں کردہ او پُر دلم
موج بموج آورد قلزم از جوش ما

قبلۂ بشناختم سجدہ گہہ ابروی یار
کعبہ و بت خانہ را کرد فراموش ما

خیمہ زدہ آشکار چوں بدلم عشق او
جلوہ حسنش ربود دیں و دل و ہوش ما



Scanned by CamScanner

# 18

مان ڪجهه ڪيان يا نہ ڪيان، پرين منهنجي ياڪر ۾ آهي. هيءَ هڪ اهڙو راز آهي، جنهن لاءِ ڳالهائڻ ڪان خاموشي بهتر آهي. مان ٻانهو آهيان، مالڪ ناهيان. منهنجو يار ٻانهن جو ڏٺي آهي. مان ٻانهپ ڪيئن نہ ڪيان، مان تہ آهيان ئي ٻانهو. مالڪيءَ ڪان ٻانهپ بهتر ٿي لڳيم. منهنجو لباس (پوش) آقائيت نہ بلڪ ٻانهپ آهي. هُن منهنجي دل ڪي وحدت جي جام سان ايترو تہ ڀري ڇڏيو آهي، جو منهنجي (دل جي) سمنڊ مان هاڻي موجون ئي موجون اٿي رهيون آهن. مان پنهنجو قبلو سجاڻي ورتو آهي. يار جا ابرو منهنجي سجدي ڪرڻ جي جاءِ آهن، ان لاءِ مان ڪعبي ۽ بُت خاني ڪي وساري ڇڏيو آهي. اي آشڪار! يار جي عشق منهنجي دل ۾ خيما کوڙيا آهن، سندس حُسن جي ڪري مون ڪان دل، دين ۽ هوش حواس هليا ويا.

## 19

مبدل کردہ ام بر عشق زہد و علم و تقویٰ را
حروف از لوح دل شستم چو دیدم حسن معنیٰ را

کہ چوں با جذبہ الفت رسی در عالمِ وحدت
پس انگہ در نظر یکساں بہ بینی زشت وزیبارا

بنوشیدم ز دست ساقی یک جرعہ می خالص
نمیدانیم دنیارا، فراموش عقبارا

بعارض ہر کسی باشد ہمہ اسرارِ معنی او
اگر تحقیق میدانی بہ بینی ذاتِ مولا را

الف قامت کہ یار ماست یداللہ صورت شد
بیا ای آشکارا بیں بصنعت رب تعالا را



## 19

مان زهد، علم ۽ تقويٰ ، عشق سان مٽائي ڇڏي آهي (علم ۽ تقويٰ ڏئي، بدلي ۾ عشق ورتو اٿم). جڏهن معنيٰ خيز حُسن ڏٺم، تڏهن پنهنجي دل جي ڦرهيءَ تان سمورا اکر مِٽائي ڇڏيم. جڏهن تون الفت جي جذبي سان وحدت جي جهان تائين رسندين، تڏهن توکي سنو ۽ خراب هڪ ئي ڳالهه لڳندا. جڏهن ساقي جي هٿان خالص شراب جو پيالو پيتم، تڏهن کان مون دنيا ۽ آخرت کي وساري ڇڏيو آهي. هر هڪ جي صورت ۾ هُن جي رمز جي معنيٰ سمايل آهي. جي تون ڏيان ڏرين تہ توکي سيني ۾ مولا جي ذات نظر ايندي 'الف' منهنجي يار جي ڊگهي قد جي، الله جي هٿ جي صورت اختيار ڪري ورتي آهي. اي آشڪارا اڄ ۽ الله جي ڪاريگريءَ کي ڏس.

-

Scanned by CamScanner

## 20

ایکہ در عشقت شدم بدنام ما
رفتہ ام از کفر و از اسلام ما

دل پریشان میشود از خلق جمع
ہاں مگر باشد بتو آرام ما

در دو عالم نیست مارا مقصدے
کارما با تو تو باشے کام ما

در خرابات نصیبم کردہ
ایں چنیں افتادہ است انجام ما

تشنہ لب شد آشکار از درد و غم
پُر کنی ازمی وحدت جام ما



## 20

اي (يار) مان تنهنجي عشق ۾ بدنام ٿي ويس. ڪفر ۽ اسلام مان نڪري (خارج) ويس. پين ماڻهن سان رهندي دل پريشان ٿيندي آهي، پر جڏهن تون ساڻ ٿو هجين ته آرام ملندو اٿم. اي (يار) منهنجو مطلب نه هِن جهان سان آهي نه هُن جان سان. منهنجو مطلب ته صرف توسان آهي. منهنجي نصيب ۾ ويرانو آهي، منهنجي عاقبت اِها ئي آهي. آشڪار درد ۽ غم جي ڪري اجارو آهي. منهنجو جام وحدت جي شراب سان پري ڇڏ.

-

Scanned by CamScanner

## 21

بیزاریم از ہر طرف زاہد چہ داند حالِ ما
بگذشتم از نحو و صرف زاہد چہ داند حالِ ما

جرعہ زمی نوشیدہ ام خلعت بقا پوشیدہ ام
جوشیدہ ام خوشیدہ ام زاہد چہ داند حالِ ما

از درد و غم حیرانہ ام از ایں و آں بیگانہ ام
دیوانہ ام مستانہ ام زاہد چہ داند حالِ ما

از کفر و دیں بگذشتہ ام دل را بزلفش بستہ ام
آشفتہ ام دلخستہ ام زاہد چہ داند حال ما

ازورع سر پیچیدہ ام ہر حرف راشوئیدہ ام
جوئیدا ام بوئیدا ام زاہد چہ داند حالِ ما

نی خواجہ ام نی بندہ ام جز عشق نادرزیدہ ام
خون رواں از دیدہ ام زاہد چہ داند حالِ ما

Scanned by CamScanner

راهِ حقیقت یافتم خود را چو مجنوں ساختم
سررا در ایں رہ باختم زاہد چہ داندِ حال ما

جُز یارِ من آزردہ ام افسرہ ام پژ مردہ ام
نی زندہ ام نی مردہ ام زاہد چہ داند مالِ ما

خود را بہ میخانہ کشتم تاجرعہ از می چشم
از جام آں مستی خوشم زاہد چہ داند حالِ ما

از خانقہ از مدرسہ رستیم از ہر وسوسہ
جُز عشق دیگر حادثہ زاہد چہ داند حالِ ما

شد قوت نائو نوش ما ماند کجا ایں ہوش ما
باشم زمی مدہوش ما زاہد چہ داند حال ما

چوں وحدتم ہمراز شد مرغ ادب پرواز شد
از عشق ایں آواز شد زاہد چہ داند حال ما

از حسن خود حیران شدم گریان شدم بریان شدم
نی این شدم نی آن شدم زاہد چہ داند حال ما

وعظی ہمی شنوم اگر بردل نمی گردو اثر
زندیق گردیدم مگر زاہد چہ داند حال ما

Scanned by CamScanner

مذہب نمیداریم ما زیں کار انکاریم ما
عاشق دل افگاریم ما زاہد چہ داند حال ما

ہستم غلام مصطفیٰ باشیم چاکر مرتضیٰ
من طالب آل عبا زاہد چہ داند حال ما

گر کافرم یا ملحدم گر نیک باشم یا بدم
ما زیر دامن او شدم زاہد چہ داند حالِ ما

گرخار باشم و رخسم وربینو اگر بیکسم
دربار گاہش میرسم زاہد چہ داند حالِ ما

مرشد مرا فرمود ایں ہر جا ظہور اوببیں
راہِ خدا باشد ہمیں زاہد چہ داند حال ما

برلب آشکارا مُہر زن زیں گفتگو خاموش کن
آواز منصوری فگن زاہد چہ داند حال ما



Scanned by CamScanner

# 21

مان هر طرف کان بيزار آهيان، زاهد منهنجو حال ڇا ڄاڻي!
صرف ۽ نحو (فروعي) مسئلن کان نکري چڪو آهيان،
زاهد منهنجو حال ڇا ڄاڻي! شراب جو ڍُڪ به پريو اٿم، بقا
جو چولو به اوڍيو اٿم. جوش ۾ آهيان، خوش آهيان، زاهد
منهنجو حال ڇا ڄاڻي! درد ۽ غم جي ڪري حيران آهيان،
هِن ۽ هُن کان بيگانو آهيان، ديوانو آهيان، مستانو آهيان،
زاهد منهنجو حال ڇا ڄاڻي! ڪفر ۽ دين جي منزل کان
نکري چڪس، دل يار جي زلفن ۾ اڙائي چڪس. وکريل
آهيان، ٽُٽل دل وارو آهيان، زاهد منهنجو حال ڇا ڄاڻي!
دينداريءَ کان منهن موڙي چڪس، (پنهنجي وجود تي لکيل)
هر لفظ ڌوئي چڪس. ڳولا ۾ آهيان، جستجو ۾ آهيان، زاهد
منهنجو حال ڇا ڄاڻي! نه مان غلام آهيان، نه آقا، عشق
کانسواءِ ٻي ڪنهن ڳالهه سان جُڙيل ناهيان. منهنجي اکين
مان رت وهي رهيو آهي، زاهد منهنجو حال ڇا ڄاڻي! مون
حقيقت جي واٽ ورتي آهي، مون پنهنجي پاڻ کي مجنون
بڻائي ڇڏيو آهي. پنهنجو سِرُ عشق جي ان راهه تان قربان
ڪري ڇڏيو اٿم، زاهد منهنجو حال ڇا ڄاڻي! پنهنجي پاڻ
کي مئہ خاني ۾ ويهاري ڇڏيم تہ جيئن شراب جو ڍُڪ پريان.
مون ان جام مان مستي ماڻي آهي، زاهد منهنجو حال ڇا
ڄاڻي! مان پنهنجي يار کانسواءِ ڌڪارو آهيان، پريشان ۽
مايوس آهيان. نہ جيئرو آهيان، نہ مئل آهيان، زاهد منهنجو
حال ڇا ڄاڻي! مان خانقاهه ۽ مدرسي کان ۽ هر قسم جي

Scanned by CamScanner

وسوسي کان عاري آهيان. سواءِ عشق هر شيءِ مصيبت آهي، زاهد منهنجو حال چا ڄاڻي! منهنجي خوراڪ گيت ۽ شراب. مان هوش ۾ ڪاٿي آهيان! مان ان شراب جي ڪري مدهوش آهيان، زاهد منهنجو حال چا ڄاڻي! جڏهن کان وحدت همراز ٿي، تڏهن کان 'حدِ ادب' جو پکي پرواز ڪري ويو. عشق جو اهو آواز آيو. زاهد منهنجو حال چا ڄاڻي! مان پنهنجي حُسن تي حيران آهيان. ڏک وگهي روئيندو آهيان، باهه ۾ پچندو آهيان. مان هِي بہ ناهيان، مان هُو بہ ناهيان. زاهد منهنجو حال چا ڄاڻي! وعظ ٻڌا اٿئون پر انهن دل تي ڪو اثر نہ ڪيو. مان لا ڪوني (لا مذهب) ٿي ويو آهيان پر زاهد منهنجو حال چا ڄاڻي! اسان جو ڪو مذهب ناهي، اسان مذهبن کان. انڪاري آهيون. اسان تہ تُنل دل وارا عاشق آهيون، زاهد منهنجو حال چا ڄاڻي! مان محمد مصطفيٰ (ص) جو غلام، مان علي مرتضيٰ (رضہ) جو چاڪر. مان آل عبا (پنجتن پاڪ) جو طالب. زاهد منهنجو حال چا ڄاڻي! مان جي ڪافر آهيان يا مُلحد. جي نيڪ آهيان يا بد. مان هُن جي دامن هيٺ آهيان، زاهد منهنجو حال چا ڄاڻي! مان جي گندو آهيان يا ڪڪُ. مان جي جهڙو تهڙو بہ آهيان پر منهنجي رسائي هُن جي بارگاهہ تائين آهي، زاهد منهنجو حال چا ڄاڻي!منهنجي مرشد جو فرمان آهي تہ هر جاءِ تي هُن هستيءَ جو ظهور پسان ۽ اها ئي خدا جي راهہ آهي، زاهد منهنجو حال چا ڄاڻي! اي آشڪارا! پنهنجن چپن تي مُهر هڻي ڇڏ. اهڙين ڳالهين کان تہ ماٺ چڱي. منصوري نعرا نہ هڻ، زاهد منهنجو حال چا ڄاڻي!

-

## 22

ای عاشقِ مست دیده بکشا
شد جلوه حسن یار ہرجا

آمد بصد ہزار صورت
او کرد بہر مکان تماشا

آئینہ برای دیدنی ساخت
نام آئینہ آدم ست و حوا

جائے نمود حسن خودارا
خود برخود والہ ست وشیدا

ہر ذرہ مبین بغیر خورشید
در ذرہ ذرہ مہر پیدا

Scanned by CamScanner

گاہی بہ رکوع و سجدہ آمد
گاہے بخمار گشت رعنا

از وحدت کثرت آشکارا
و ز کثرت وحدت ست پیدا



Scanned by CamScanner

## 22

اي مست عاشق! اکيون کول، يار جي حُسن جو جلوو هر جاءِ تي آهي. يار سوين صورتون وٺي ظاهر ٿئي ٿو. ڳُنڊ ڪُڙڇ ۾ ٿيندڙ تماشو هُن جو ئي پيدا ڪيل آهي. هُن پنهنجو حُسن پسڻ لاءِ هڪ آرسي تيار ڪئي، ان آرسيءَ جو نالو آدم ۽ حوا آهي. جڏهن يارَ هر جاءِ تي پنهنجو ئي حُسن ڏٺو تہ هو پاڻ تي عاشق ٿي پيو. ڪو بہ ذرو ڏسين تہ سِجَ ڪي ذهن ۾ رکندو ڪر. ڇو تہ ذري ذري ۾ جلوو موجود آهي (شيون سِج جي روشنيءَ ڪري نظر ايندڙيون آهن. تيئن ئي هر انسان ۾ هُن هستيءَ جو اولڙو موجود آهي). هُو ڪڏهن رڪوع ۽ سجدي ۾ هوندو آهي تہ ڪڏهن خماريل سرمست بڻجي ظاهر ٿيندو آهي. اي آشڪارا! وحدت ڪثرت مان (پيدا ٿيل) آهي ۽ ڪثرت وحدت مان.

## 23

شوریدہ احوال ما پُرسی چہ از ما قاضیا
ہر کس نداند حال ما پُرسی چہ از ما قاضیا

از یار دُور اُفتادہ ام سربر رہش بنہادہ ام
اِستادہ ام افتادہ ام پُرسی چہ از ما قاضیا

در ہجر طاقت طاق شد مجروح دل مشتاق شد
صد نالہ از عشاق شد پُرسی چہ از ما قاضیا

بندہ گنہگاریم ما دانی کہ بدکاریم ما
از جملہ بیزاریم ما پُرسی چہ از ما قاضیا

گہ در کنارش بودہ ام لیل و نہار آسودہ ام
اندر غمش فرسودہ ام پُرسی چہ از ما قاضیا

تقویٰ و طاعت کار تُو زہد وریا ہم یار تو
از عشق کردی عارتُو پُرسی چہ ازما قاضیا

Scanned by CamScanner

تسبیح و تہلیل تراہم عشق می باید مرا
منع از محبت کُن چرا پُرسی چہ از ما قاضیا

کارم بنوش ونای شد اندر دلم ہوہای شد
از عشق بس غوغای شد پرسی چہ از ما قاضیا

از عشق نار افروختم جُز درد جملہ سوختم
دیگر سبق ناموختم پُرسی چہ از ما قاضیا

جُز عشق نبود کار ما از دست شد اختیارما
از کفر و دین بیزار ما.پُرسی چہ از ما قاضیا

بیزاری از دینداریم زین کار استغفاریم
روزِ ازل اقراریم پرسی چہ از ماقاضیا

دیگر نمی جوئیم ما جزیک نمی گوئیم ما
ہر دفتری شوئیم ما پُرسی چہ ازما قاضیا

از عشق شور انگیختم و زغیر دیدہ دوختم
با این و آں تامیختم پُرسی چہ از ما قاضیا

موجے ز قلزم عشق تر ناگہ رسیدہ او بسر
کردہ مرا زیر و زبر پُرسی چہ از ما قاضیا

Scanned by CamScanner

آدم کُجا شیطان کُجا دانا کجا نادان کُجا
کفر کجا ایمان کجا پُرسی چہ از ما قاضیا

این جملہ موجودات او او ہم صفات ذات او
در ہر ہمہ درجات او پُرسی چہ از ما قاضیا

آں یک تماشامی کند ایں جا و آنجامی کند
کان یار غوغا می کند پُرسی چہ ازما قاضیا

در عشق را بکشودہ است خود را بخود بنمودہ است
او آشکار بودہ است پرسی چہ از ما قاضیا



Scanned by CamScanner

## 23

منهنجي ديوانگيءَ جا احوال ٿو پڇين، او قاضي! مونکان ڇا ٿو پڇين! هر ڪنهن کي هِن حال جي خبر ناهي پوندي، او قاضي! مونکان ڇا ٿو پڇين! مان يار کان وڇڙيل آهيان، سندس واٽ وٺي ويٺو آهيان. ڪڏهن بيهان ٿو ڪڏهن ڪري ٿو پوان، او قاضي! مونکان ڇا ٿو پڇين! يار جي ڦوڙائيءَ منهنجو سَتُ نهوڙي ڇڏيو آهي، منهنجو گهايل دل يار جي اوسيئڙي ۾ آهي. عاشق انيڪ طريقن سان آه ۽ زاري ڪري رهيا آهن، او قاضي! مونکان ڇا ٿو پڇين! توکي خبر آهي ته مان بدڪار آهيان، مان گنهگار آهيان، هر شيءِ کان بيزار آهيان، او قاضي! مونکان ڇا ٿو پڇين! جڏهن مان يار جي ياد ۾ هوندو آهيان ته منهنجا رات ڏينهن مسرت سان ڀريل هوندا آهن پر هاڻي منهنجو جيءُ جُهريل آهي، او قاضي! مونکان ڇا ٿو پڇين! تقويٰ ۽ اطاعت به ڪم تنهنجو ڪوڙ ۽ ڏيکاءُ به توکي پرتو پر عشق کان ڪيو انڪار تو او قاضي! مونکان ڇا ٿو پڇين! تسبيح ۽ ذڪر تو وٽ، مون وٽ ڇڙي محبت. تون محبت کان منع ٿو ڪرين! او قاضي! مونکان ڇا ٿو پڇين! منهنجو ڪم شراب، سرود سماع، منهنجي دل ۾ ولولو عشق جي ڪري وڏو ممڻ متل آهي، او قاضي! مونکان ڇا ٿو پڇين! مون عشق جي باه ٻاري آهي ۽ درد، سوز کانسواءِ ٻي هر شيءِ ساڙي آهي. عشق کانسواءِ ٻيو ڪو سبق ڪونه پڙهيم، او قاضي! مونکان ڇا ٿو پڇين! مون کي عشق کانسواءِ ٻيو ڪو ڪم ڪونهي، مان پنهنجي وس ۾ ناهيان. مان ڪفر ۽ دين کان بيزار آهيان، او قاضي! مونکان ڇا ٿو پڇين! مان دينداريءَ کان بيزار آهيان، دينداريءَ کان استغفار (توبه) آهي،

Scanned by CamScanner

پهرين ڏينهن (الست بہ ربڪم) اقرار ڪيم، او قاضي! مونکان چا ٿو پڇين! اسان تہ هڪ جا طلبگار آهيون، هڪ جي ئي ڳولا آهي، سمورا ڪتاب اپٿايا اٿم، او قاضي! مونکان چا ٿو پڇين! عشق جي ڪري اسان هڪ هنگامو ڪڙو ڪيو آهي، غير ڏانهن واجهائڻ بند ڪري ڇڏيو آهي. هِن هُن سا واسطو ناهي رهيو او قاضي! مونکان چا ٿو پڇين! عشق جي سمنڊ مان لهر اٿي، اسان جي مٿان گذري وئي. عشق جي لهر اسان کي ڊانوال ڊول ڪري وئي، او قاضي! مونکان چا ٿو پڇين! آدم ڪاٿي ۽ شيطان ڪاٿي! چاٽو ڪاٿي ۽ اٽڃاڻ ڪاٿي! ڪفر ڪاٿي ۽ ڪاٿي ايمان! او قاضي! مونکان چا ٿو پڇين! سموريون شيون (موجودات) هُن جي ذات جون صفتون آهن، هر درجي، هر جاءِ تي هُو آهي، او قاضي! مونکان چا ٿو پڇين! هِن جاءِ تي بہ تہ هُن جاءِ تي بہ ٽيندڙ تماشو هُن هڪ جو (پيدا) ڪيل آهي. هُن ئي اهو هنگامو ڪڙو ڪيو آهي، او قاضي! مونکان چا ٿو پڇين! يار عشق جو دروازو کوليو ۽ پاڻ ڏيکاري، جلووا وکيري پيو. هو تہ آشڪار (ظاهر) آهي، او قاضي! مونکان چا ٿو پڇين!

-

## 24

من شدم زندیق ملحد رہ مسلمانی کجا
کفرو ایمان شد کُجا وشد کجا خوف ورجا

گر بخود باشم مذاہب دار دینداری کُنم
وز خود بیرون شدم تا نیست برما ایں خطا

راہ رندی ملحدے دریافتم ازراہِ گم
گم شدم از گم شدن بیغم شدم ای پارسا

ایں سخن از کفر نبود زاہدا منکر مشو
اندریں دریای وحدت غرق گشتہ من وما

شیخی و پیری بزرگی نسیت درکام مگر
راہِ رندی عاشقی بگرفتہ ام از ابتدا

آشکارا درد طلبی سعی دروے کن مدام
تا بجُز دردی نباشد ہیچ دیگر رہ ہدیٰ



Scanned by CamScanner

## 24

مان لاڪوفي، مُلحد، مسلماني ڪاٿي آهي! ڪفر ۽ ايمان ڪاٿي آهي، خوف ۽ اميد ڪاٿي آهي! جي پنهنجي پاڻ ۾ هجان ها تہ مذهبن مطابق دينداري ڪيان بہ ها. مان پنهنجي پاڻ ۾ ناهيان، اها منهنجي خطا ناهي. مان راهہ گم ڪري هيءَ رندي ۽ ملحديءَ واري راهہ ڳولي (دريافت ڪئي) آهي. هاڻي تہ مان گم ٿيڻ جون حدون بہ اورانگهي ويو آهيان، مونکي ڪو غم ناهي، اي پارسا! اي زاهد! ان ڳالهہ جو انڪار نہ ڪر، ڪافر نہ ٿيءُ، هيءَ ڳالهہ ڪفر، انڪار ناهي. وحدت جي درياءَ ۾ ٽٻي هڻڻ ڪانپوءِ 'مان ۽ منهنجو'، خودي، انانيت ختم ٿي وئي. منهنجو شيخي، پيري، بزرگيءَ سان ڇا وڃي! مون تہ شروع کان ئي رندي، سرمستي راهہ ورتي آهي. اي آشڪارا جيڪڏهن توکي درد ۽ سوز گهرجي تہ پوءِ ان کي ماڻڻ لاءِ سعيو ڪر. ڇو تہ درد ۽ سوز کانسواءِ ڪا بہ راهہ هدايت واري راهہ نٿي ٿي سگهي.

## 25

لاف گر مردی زنی تاصف مردان در آ
سر بکف داری پس انگہ اندریں میدان در آ

سر نہ پیچی زیں طریقت چوں دلیراں نامور
جان بدہ یکبارگی پس پیشتر جانان در آ

بگذر از عقل و فراست بیخبر از بود خود
بعد ازآں در معرکہ فی الفور عشاقان در آ

جنگ بامردم چہ داری جنگ کن بانفس خویش
نفس را بشناس پس در رحمت رحمان در آ

از جماعت جان فشاناں سرکش ای آشکار
گرفشانی جان خود را در مکان عرفان در آ



Scanned by CamScanner

## 25

جيڪڏهن مڙش ماڻهو ٿيڻ جي دعويٰ ڪرين ٿو تہ پوءِ مڙسن جي صِف ۾ شامل ٿي. پنهنجو سِرُ تِريءَ تي رَکُ، پوءِ کُڏي هن ميدان ۾ لهہ. دليرن جيان ٿي ۽ هن راهہ کان منهن نہ موڙ. هڪ پيري جان پرينءَ جي حوالي ڪر ۽ پوءِ پرينءَ جي سامهون اچ. عقل ۽ فهم فراست کان بيخبر ٿي وڃ. پوءِ يڪدم عاشقن جي معرڪي ۾ شامل ٿي. ماڻهن سان ڪهڙي ويڙهہ ٿو ڪرين! پنهنجي نفس سان وڙهہ پنهنجي نفس کي سڃاڻ ۽ پوءِ رحمان جي رحمت ۾ اچ. اي آشڪارا سِر قربان ڪندڙن جي ٽولي کان منهن نہ موڙ پنهنجي جان قربان ڪندين تہ پوءِ تون پرينءَ جو قرب (عرفان) حاصل ڪندين.

-

## 26

ہر کجایم جابجایم من خدایم من خدا
تا چہ شد پوشیدہ ام کز در این خاکی قبا

این سخن صدقست برما مردان باور کنید
جملہ بشناسند مارا بادشاہم نی گدا

ایکہ من سیمرغ قافہم روبسو مردار نیست
ہست پروازم چو عنقا۔ درمیان ارض وسما

من شدم او شد درین شکی نباشد زاہدا
کوس منصوری بکوبم اندریں ہر دوسرا

آشکارا ہوشداری باہوش ہمچون بندگان
بردر پیر مغان ہر دم کنی صد التجا



Scanned by CamScanner

## 26

هر جاءِ تي موجود آهيان. مان خدا آهيان، مان خدا آهيان. ڇا ٿيو جي مان، عشق جي ڪري، مٽيءَ جي هن پوشاڪ ۾ آهيان! اي ماڻهؤ! هيءَ ڳالھ سچي اٿوَ ان ڳالھ کي هاڻُ سان هنڊايو. هر ڪو مون کي سڃاڻي، مان فقير ناهيان، مان بادشاھ آهيان. مان سيمرغ آهيان. ان ڪري مان مردار شيءِ کي ڏسڻ بہ پسند نہ ٿو ڪيان. پنهنجي اڏام عنقا جيان آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ آهي. مان ۽ هُو هڪ ٿي ويا آهيون، ان ڳالھ ۾ ڪو شڪ نہ هجئي، اي زاهد! ٻنهي جهانن ۾ مان منصوري نقارو وڄائيندو رهان ٿو. اي آشڪار! هوش ڪر ۽ پيرِ مغان جي در تي التجائون ڪر.

نوٽ: 'سيمرغ' فارسي ۽ ايراني ثقافت جو هڪ ڏند ڪٿائي 'اساطيري' پکي آهي. هيءَ هڪ قسم جو رحمدل ۽ انسان دوست پکي آهي. سندس ڪم زمين کي زرخيز ڪرڻ ۽ پاڪ بڻائڻ آهي. ان نسبت سان اهو پکي ڪنهن مردار يا مئل شيءِ کي پنهنجي خوراڪ ناهي ڪندو. ايراني قومي شاعر فردوسيءَ 'شاهنامہ' ۾ بہ ان پکيءَ جو ذڪر ڪيو آهي. سچل سائين جي روحاني مرشد، مشهور ايراني صوفي، فريدالدين عطار بہ سيمرغ جو ذڪر ڪيو آهي. صوفي ادب ۾ سيمرغ جو واھپو 'خدا' جي استعاري طور بہ ڪيو ويو آهي. سچل سائين جو اهو استعارو بلڪل عيان ۽ آشڪار آهي تہ اهي جيڪي مردار تي پلبا آهن، ٻين جي رتُ تي مچي مواڙ ٿيا آهن، سي 'سيمرغ' ناهن. اهڙن کان، ٻين ماڻهن جي روح جي زرخيز ۽ پاڪ ڪرڻ وارو ڪم ڪيئن پڄندو!

Scanned by CamScanner

'عنقا' بہ ايراني ، فارسي ڏندڪٿا جو هڪ پکي آهي. سندس ويجهڙائي مصري ڏندڪٿائي پکي 'فينخس' سان آهي. عنقا ناياب آهي، آهي بہ ۽ شايد ناهي بہ. مرزا غالب جو سخن آهي:

آگهي دام شنيدن، جس قدر چاهي بچهائي
مدعا عنقا هي اپني عالمِ تقرير ڪا.

مطلب تہ علم، عقل، فهم ۽ فراست جيترا بہ دام ڦندا وڇائي پر اسان جي ڳالهہ جي رمز جي پرواز عقل جي پڪڙ ۾ عنقا جيان نہ ايندي، ڇاڪاڻ جو اها رمز عنقا جيان ناياب آهي، جنهن تنهن جي پڪڙ ۾ نٿي اچي سگهي.

ايراني ڏند ڪٿا ۾ هڪڙو ٻيون بہ پکي آهي، جنهن کي 'هُما' ڪوٺيندا آهن.

## 27

دل بجز عشق او خراب خراب
چه بود قدح بی شراب شراب

ای بجز درد زندگی هیچ ست
آن حیات ست بس عذاب عذاب

آتش عشق احتراق غیر ست
جسم و جان عاشقان کباب کباب

باش یکبار از خودی بیزار
درمیاں ماومن حجاب حجاب

آشکارا دلی بدست آری
آب دنیا همه سراب سراب

ساقیا ده مرا شراب شراب
تا از محو گشت جرم و ثواب

Scanned by CamScanner

کرد مستی و بے خودی غلبہ
ہیچ در دل نماند مسئلہ کتاب

در بحر عشق غوطہ می خوردم
گوہری یافتم زمشت تراب

چشم باز ست منتظر بر راہ
اشک ریز ست دیدہ مثل سحاب

آشکارا شدہ ز انسان راز
شو خبردار سر خویش بیاب



Scanned by CamScanner

# 27

دل هُن جي عشق ڪانسواءِ ٻڏل آهي. اهو پيالو ئي ڪھڙو جنھن ۾ شراب نہ هجي. درد ڪانسواءِ زندگي بيڪار آهي. اهڙي زندگي تہ عذاب ئي عذاب آهي. عشق جي باھ يار ڪانسواءِ هر غير کي ساڙي، ختم ڪري ڇڏيندي آهي. عاشقن جو جسم ۽ جان سڙي ڪباب بڻجي چڪا آهن. پنهنجي پاڻ کان، پنهنجي انا کان بيزار ٿي، 'مان ۽ منهنجو' حجاب آهن. اي آشڪارا ڪنهن جي دل پنهنجي وس ۾ ڪر، ڇو تہ هيءَ دنيا سراب ئي سراب آهي. ساقي! مون کي شراب ڏي تہ جيئن ان جي ڪري گناهہ ۽ ثواب ميسارجي وڃن. مون تي مستي ۽ بيخودي حاوي آهن. ڪتابي (فروعي) مسئلن لاءِ منهنجي دل ۾ ڪا جاءِ ناهي. مان عشق جي سمنڊ ۾ ٽُٻي ڏئي چڪو آهيان، پر املھ موتي ۽ گوهر مون کي مٽيءَ جي چپٽيءَ منجهان مليا. منهنجيون ڪليل اکيون پرينءَ جي انتظار ۾ آهن ۽ بادلن جيان وسي رهيون آهن. اي آشڪارا انسان منجهان اهو راز عيان ٿيو آهي. تون بہ خبردار ٿي ۽ پنهنجي حقيقت حاصل ڪر.

-

## 28

ای دلا در هر دو عالم این پریشانی خوش ست
هم پریشانی خوش ست و هم پشیمانی خوش ست

از هوا وَ حرصِ دنیا بگذر از دیبا حریر
اندرین دارلفنا آن حال عریانی خوش ست

ای که میگردی و پوئی بهر دنیا کوبکو
زانکه باشورِ جنون مرد بیابانی خوش ست

ترک گیراز عیش وعشرت کن فراموش خویش را
یک دمی بایادِ حق از ملک سلمانی خوش ست

سبحه و سجاده رنگین را بنیدازی نبار
آشکارا بر دلم آن داغِ صنعانی خوش ست

نه من آن میدانم که در کشف و کرامات ست
نیارم درمیان اورا که در سیر سماوات ست

Scanned by CamScanner

نباشد آگہی اورا کہ یار در کنار ما
نگردد قرب آنکس را کہ طالب دور در جارت ست

وظائف ورد میخواند مشائخ خویش را داند
دلا بگریز زاں مجلس کہ او اندر دو آفات ست

اگر از ماہی پرسی کہ موہوم ست ایں صورت
کُجا آمد کجا رفتہ ہمہ مظہر خیالات ست

ہو الاول ہو الآخر ہو الظاہر ہو الباطن
نہ مخفی آشکارا نی ازین حیرت کہ ہیہات ست



Scanned by CamScanner

## 28

اي منهنجي دل! هيءَ پريشاني، ھنھي جھانن اندر بھترين شيءِ آھي. اھا پريشان بہ ٿيلي، تہ اھا پشيماني بہ ٿيلي. دنيا جي لالچ ۽ لوڀ، قيمتي ريشمي لباس ترڪ ڪر. ھمڙي فاني جھان ۾ بي لباسي ئي ٿيلي آھي. تون، جيڪو دنياداريءَ خاطر ھر طرف ڀڄ ڊُڪ پيو ڪرين؛ توڪان تہ بيابان ۾ رھندڙ ديوانو (مجنون) ڀلو آھي. عيش پرستي ڇڏ ۽ پنھنجو پاڻُ وسار. حق جي سار ۾ گھاريل ھڪ گھڙي، حضرت سليمان جي بادشاھيءَ کان ڀلي آھي. تسبيح ۽ سينگاريل مصلي کي باھ ۾ وجھي ڇڏ. منھنجي دل جو جيڪو 'صنعان' جو نشان آھي، اھو ئي ڀلو آھي. مان انھن منجھان ناھيان جيڪي ڪشف ۽ڪرامت جا ڄاڻو آھن. جيڪي آسمانن جا سير ٿا ڪن، مان انھن بابت ڪجھ بہ نہ چوندس، اھڙن کي ڪھڙي سڌ تہ يار اسان جي ويجھو آھي. يار جو اھڙو قرب وڏن وڏن درجن ۽ رتبن جي طالبن کي ناھي ملندو. ھي ماڻھو وظيفا پڙھندا آھن، ورد ڪندا آھن ۽ پنھنجي پاڻ کي مشائخ سمجھندا آھن. اي آشڪار! اھڙن ماڻھن جي محفل مان نڪر، ڇو تہ ھي ٻيٽي عذاب ۾ ڦاٿل آھن. جي مون کان ھن تصوراتي، خيالي صورت بابت پڇين تہ سڀ وھم آھي. ڪاٿان آيو! ڪيڏانھن ويو! سيئي خيالي (تصوراتي) مظھر آھن. ھُو ئي اول آھي، ھُو ئي آخر، ھُو ئي ظاھر، ھُو ئي باطن. اي آشڪار! ھن جو مخفي ھجڻ ڪا اچرج جي ڳالھ ڪانھي.

نوٽ: صنعان، مشھور ايراني صوفي فريد الدين عطار جي مرشد جو نالو ھو. صنعان جي معنيٰ آھي: نڊر، بي ڊپو.

## 29

ای دلا بجز عشق و مستی کار دیگر ہیچ نیست
چشم بکشا بنگری بجز یار دیگر ہیچ نیست

آمده از مکان در ایں مکان شد جاگیر
کس نمیداند ازیں اسرار دیگر ہیچ نیست

نعره اناالحق زده منصور اندر بی خودی
رتبہ عاشق بود بردار دیگر ہیچ نیست

باز داری نفس را از آرزوہا زاہدا
عاشقاں شد از خودی بیزار دیگر ہیچ نیست

او بود موجود در ہر دو جہاں باشد محیط
آشکارا کن ہمیں اقرار دیگر ہیچ نیست



Scanned by CamScanner

## 29

اي دل! عشق ۾ سرمستيءَ ڪانسواءِ ٻي هر شيءِ بيڪار آهي. اڪيون ڪولي ڏس، يار ڪانسواءِ ٻي ڪا بہ شيءِ ناهي. لامڪان کان اچي مڪان ۾ آرامي ٿيو ان راز جي ڪنهن کي سُڌ ناهي، (ان راز ڪانسواءِ) ٻي ڪا شيءِ ناهي. منصور بيخوديءَ ۾ اناالحق جو نعرو هنيو هو. (هوئن بہ) عاشق جو رتبو سوليءَ چڙهڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجھ بہ ناهي. اي زاهد! نفس جي خواهشن کان مُڙي وڃ. عاشق نفس (خوديءَ) کان بيزار آهن، ٻيو ڪجھ بہ ناهي. هُو موجود آهي ۽ سندس حد ٻنهي جهانن تائين ڦهليل آهي. اي آشڪار بس اقرار ئي آهي، ٻيو ڪجھ ناهي.

–

Scanned by CamScanner

## 30

ای در بازیچہ عشقش سر فدا کردن بجاست
گر شود جانِ عزیزت سر بسر ایں رہ خطاست

اندریں میدان در آئی بہل کن تن و جان و سر
ورنہ در صف عاشقان آں کاریگر ناسزاست

خواجہ منصور قربان کرد جان درارہِ عشق
تا ہنوز آں قیل و قالش جا بجاؤ ہر کجاست

ابتدا عشق ست ایں کردن فدا جان در ہش
بعد سر دادن شوء خود جانِ جانان انتہاست

استقامت کن براں اقرار کردی آشکار
آنکہ کا راز وی بود انکار کردن کی رواست



Scanned by CamScanner

## 30

عشق جي بازيءَ ۾ سِر گھورڻ جائز آهي. جيڪڏهن اِن راهه ۾ به توکي پنهنجو سِر پيارو آهي تہ بس پوءِ اها ٿي تنهنجي خطا آهي. جيڪڏهن اِن ميدان ۾ اچڻ گھرين ٿو تہ پوءِ پنهنجي جسم ۽ جان کي بيڪار سمجهہ. جي ائين نٿو ڪري سگھين تہ پوءِ تو لاءِ عاشقن جي صِف ۾ اچڻ ٺيڪ ناهي. آقا منصور عشق جي راهه ۾ پنهنجو سِر قربان ڪري ڇڏيو ۽ اڄ تائين هر هنڌ، هر جاءِ تي سندس ڳالهہ پئي ڳائجي. عشق جي ابتدا اها آهي تہ اِن راهه ۾ پنهنجو سِر قربان ڪري ڇڏجي. عشق جو اوج اهو آهي تہ سِر گھورڻ کانپوءِ عاشق پاڻ معشوق بڻجي ٿو وڃي. اي آشڪارا! يار سان جيڪو اقرار ڪيو اٿئي، ان تي قائم رهُ. ان جو جيڪو فائدو ٿيندو ان جو انڪار ڪرڻ مناسب ناهي.

-

**31**

کیستم من چیستم من نیستم
آنکہ گوید خلق اوز نام ماست

زاہدا ماراندانے غیر حق
کن یقیں ایں کفر ایں اسلام ماست

در ملحدی منتشر شد آشکار
آنکہ ناکامی ہمہ آں کام ماست



Scanned by CamScanner

## 31

مان ڪير آهيان، مان ڪير آهيان، مان ڪير آهيان! خلق منهنجو نالو وٺي ڪنهن ڪي ٿي سڏي! اي زاهد! اسان حق ڪانسواءِ ٻي ڪنهن شيءِ کي نہ سڃاڻون. يقين ڪر، اهو ڪفر ئي منهنجو اسلام آهي. آشڪار ملحديءَ ۾ منتشر آهي، ان ناڪاميءَ ۾ ئي تہ منهنجو ڪم آهي (ناڪامي منهنجي ڪاميابي آهي).

## 32

پادشه بی سپاه درویش ست
پاک از ہر گناه درویش ست

مفلسی بے کسی ست مایۂ او
ایں ہمہ عزو جاه درویش ست

مسند و چتر سنجری چہ بود
دلق یکتا کلاه درویش ست

نیست موجود جز خدا دیگر
در دو عالم گواه درویش ست

آشکارا دگر طریق مگیر
خاص تر راہِ راست درویش ست



Scanned by CamScanner

## 32

درويش بي سپاهه بادشاهه آهي. درويش هر گناهه کان پاڪ آهي. مفلسي ۽ بيڪسي سندس مايو آهي، پر هر قدر، عزت ۽ شان جو مالڪ درويش ئي آهي. مسند، سنجري تخت ( خُراسان جو سلجوق بادشاهه احمد سنجر) ڇا آهن! درويش جي ڪُلاهه (ٽوپيءَ) آڏو مسند ۽ تخت جي ڪا بہ حيثيت ڪانهي. ناهي موجود خدا ڪانسواءِ ڪِي پيو پنهي جهانن ۾ ان جو گواهہ درويش آهي. اي آشڪارا! پي ڪا واٽ نہ وٺ، درويشي واٽ ئي سڌي واٽ آهي.

-

## 33

با جامها سیاه فقیری نه حاصل ست
با دلق رشته سبحه یقین دان نه واصل ست

پرسی زما خبر بتوگویم بدل مشنو
گر درد درمیان نبود راهِ باطل ست

هرگز هم آشناؤ ندارد بغیر حق
با او بهر دمی که یکی شوق شامل ست

انسان سر اوست که غم درد را گرفت
بشناخت راز خویش که انسان کامل ست

رو خاکپائی او شود دانی گر آشکار
بر آنسکی که دوستی ودرد نازل ست



Scanned by CamScanner

## 33

ڪارا ويس ڪرڻ سان فقيري حاصل ڪانہ ٿيندي يقين ڪر، تہ تسبيح سورڻ جو وصال سان ڪو واسطو ناهي. جي تون مون کان پڇين تہ مان تو کي ٻڌايان، دل سان ٻڌ: جيسيستائين دل ۾ درد ۽ سوز ناهي تہ پوءِ اها راهہ ڪوڙي (باطل) آهي. پُرسوز ماڻهو حق ڪانسواءِ ٻي ڪنهن شيءِ کي نٿو سڃاڻي. سندس دل سدائين انهيءَ (حق جي) شوق ۾ رُڌل رهندي آهي. جنهن ماڻهوءَ درد ۽ سوز کي اپنايو ان پنهنجو راز سڃاتو اهو ئي ماڻهو ڪامل آهي. اي آشڪارا! جي تون بہ ڄاڻڻ چاهين ٿو تہ پوءِ اهڙي ڪامل ماڻهوءَ، جنهن کي هُن هستيءَ جو قرب حاصل هجي ۽ مٿس درد نازل ٿيندو هجي، جي پيرن جي پٺي بڻجي وڃ.

-

## 34

مستقیم شدم زیادہ سرمست
دل ما کہ زکفر و دین برگشت

رندی و قلندری بماداد
از ماؤ منے خیال بر بست

مصباح عشق گشت روشن
تاریکی عقل از کجا رفت

ہر طرف کنی تو خویشن را
بشناس ہمیں نیست یا ہست

زیں سر عجیب آشکارا
اوراست خبر کہ اوز خود رست



Scanned by CamScanner

## 34

مان مست هئس، ويتر سرمست ٿي ويو آهيان. منهنجي دل ڪفر ۽ ايمان (جي چڪرن) کان عاري ٿي چڪي آهي. اسان تي رندي ۽ قلندري عطا ٿي، اسان 'مان ۽ منهنجو' مان نڪري وياسين. عشق جو ڏيئو ٻري پيو عقل جي اونداهي الائجي ڪيڏانهن وئي! پنهنجي پاڻ کي برطرف ڪر (پاڻ کان منهن موڙ)، صرف انهيءَ ڳالهه جو ڌيان رک تہ تون (اڃا خوديءَ ۾) آهين يا ناهين. اي آشڪار! ان سُهڻيءَ رمز جي پروڙ صرف ان کي آهي، جيڪو پنهنجي پاڻ کان لنگهي ويو هجي.

Scanned by CamScanner

## 35

آن سیر کہ میکند کدام ست
خاص ست ولی بنظر عام ست

آمدز خیال در تماشا
دارندہ صد ہزار نام ست

از صانع و صنعتش چہ فرق ست
آں خواجہ شد و آں غلام ست

آنکس کہ شناخت جملہ صنعت
اورا کہ وصال ایں مقام ست

قربان شوی ہر آں آشکارا
آں کس کہ عشق او امام ست



Scanned by CamScanner

## 35

هي هلندڙ ڦرندڙ (ماڻهو) ڪير آهي! آهي ته خاص پر بظاهر عام آهي! هو جڏهن خيال ڪان تماشي (ڏيک جي دنيا) ۾ آيو ته پاڻ تي سوين هزارين نالا رکي ڇڏيائين (دنيا ڪيس انيڪ نالن سان سڃاڻي ٿي) ڏاهيندڙ ۽ ٺهيل شيءِ (خالق ۽ تخليق) ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ هو (خالق) مالڪ آهي ۽ هي (تخليق) ٻانهي، پر سندس سموريءَ تخليق ڪي اهو ئي سڃاڻي سگهي ٿو جيڪو ان مقام (حق جي وصال) تائين پهتل آهي. اي آشڪارا جنهن ماڻهوءَ جو امام عشق هجي، تون ان ماڻهوءَ تان قربان ٿي وڃ.

Scanned by CamScanner

## 36

من مست خرابات شدم مست خرابات
نہ طالب کشف و نہ وظائف نہ کرامات

مارا نہ صلاح و نہ ورع زہد نہ تقویٰ
جُز عشق بہ تحقیق بود ایں ہمہ آفات

از خود بگذشتم نہ خبردارم ازخود
نہ ہجر در آنجا نہ وصال ست نہ ہیہات

از شیخی و پیری و بزرگی برہیدم
کز خاطر ما محو شد ایں جملہ خیالات

آنجا برسیدم و ملامت بگرفیتم
نہ زرق در آنجاست نہ سالوس نہ طامات

آشکار برفتہ ست برستہ ست ز تن و جان
در دشت عدم آمد اسقاط اضافات



Scanned by CamScanner

## 36

مان خراباتي مست آهيان، خراباتي مست! مون کي ڪشف، وظائف ۽ ڪرامات جي طلب ناهي. اصلاح، پرهيزگاري، زهد ۽ تقويٰ سان منهجو ڇا وڃي. تحقيق! عشق ڪانسواءِ اِهي مڙئي شيون (پرهيزگاري، رياضت، تقويٰ) آفتون آهن. مان پنهنجي پاڻ کان گذري چڪو آهيان، مون کي پنهنجي ڪا بہ خبر ناهي. ان مقام تي نہ ڪا جدائي آهي، نہ ڪو ميلاپ ۽ نہ ئي ڪا حيرت. شيخيءَ، پيريءَ، بزرگيءَ کان آجو آهيان. منهنجي دل اهڙين مڙني خيالن کي وساري چڪي آهي. ملامتون سهڻ ڪانپوءِ ان مقام تائين رسيا آهيون، جتي نہ ڪوڙ آهي، نہ پين کي ٺڳڻ، نہ ئي پرهيزگاريءَ جو ڍيڪاءُ ڪري خلق کي پنيلائڻ. آشڪار ويو هو پنهنجي جسم ۽ جان کان ويو عدم جي ريگستان جو راهي ٿيڻ لاءِ اضافي شيون ڇڏي اڇليون پونديون آهن.

نوٽ: فارسي شاعريءَ ۾ خرابات لفظ جو واهپو عام جام آهي. اهو لفظ 'خراب' ۽ 'آباد' جو ميلاپ آهي. خرابات، يعني خراب آباد. اهو جهان جيڪو خرابيءَ جي ڪري آباد هجي. هن دنيا کي خرابات جو نالو ڏنو ويندو آهي. ڪابل شهر جي هڪ اوئلي پاڙي جو نالو بہ خرابات آهي.

-

## 37

عشق شہباز عقل چوں دراج
عقل در حضرتش بود محتاج

عشق شاہ ست و عقل چوں رعیت
تاکہ گیرد ازو بزور خراج

از اناالحق ہمچوں سلطان عشق
نعرہ زد بمظہر حلاج

را عشقش بجوی گردانی
دار عشاق را شدہ معراج

سر بدہ آشنا اگر باشی
بر درِ دوستان ہمیں ست رواج

نہ دوائی ست بر مریضانِ عشق
نیست جز وصل آشکار علاج



Scanned by CamScanner

## 37

عشق شهباز عقل ڪبوتر.عقل تہ هِن حضرت (عشق) جي در جو نوڪر آهي. عشق بادشاهه جيان آهي ۽ عقل رعيت جهڙو. عشق تہ عقل کان زبردستي خراج وٺندو آهي. عشق بادشاهه وانگر، منصور جي صورت ۾ اناالحق جو نعرو هنيو. عشق جي واٽ ڳولهہ. سولي تي سِر ڏيڻ، عاشقن جو معراج آهي. جي يار کي سڃاڻين ته تہ پوءِ پنهنجو سِر ڏئي ڇڏ. يارجي در تي تہ اهو ئي رواج آهي. اي آشڪارا! عشق جي مريضن جو ، يار جي وصال کانسواءِ، ٻيو ڪو علاج ناهي.

## 38

ای درائی عشق دیگر ہیچ ہیچ
دانہ تسبیح مشمر ہیچ ہیچ

زہدو و رع و طاعت و تقویٰ بسوز
تا بجز دردش بمحشر ہیچ ہیچ

جز محبت نیست پرستش دیگری
وزغمش ماندی مقصر ہیچ ہیچ

رند عشق مست باشی بی حذر
دین و گر دنیا میسر ہیچ ہیچ

درد بگزین در دو عالم آشکار
تا بغیر درد خوشتر ہیچ ہیچ



Scanned by CamScanner

## 38

ساٿي! عشق کانسواءِ هر شيءِ بيڪار بيڪار آهي. تسبيح جا داڻا نہ ڳڻ، (اهڙيءَ ڳڻپ جو ڪم) بيڪار بيڪار آهي. زهد، تقويٰ، پرهيزگاريءَ کي باهہ ۾ وجهہ. درد کانسواءِ اهي شيون، محشر ۾ بيڪار بيڪار هونديون. عشق کانسواءِ ڪنهن بہ شيءِ جي پوڇا نہ ڪر. جي تون عشق جي سوز کان وانجهيل رهجي وئين تہ اهو بيڪار بيڪار آهي. بي ڏپو، پياڪ عاشق، سرمست ٿي پئو. دين ۽ دنيا جي حاصلات جو چاهہ تہ بيڪار بيڪار آهي. اي آشڪار! پنهي جهانن ۾ درد، سوز اختيار ڪر. درد، سوز کان علاوه هر شيءِ بيڪار بيڪار آهي.

-

Scanned by CamScanner

## 39

از مئ ارغوان بنوش قدح
میزند در دلم چه جوش قدح

موج صہبا ببیں بموج آمد
برد یکبار عقل و ہوش قدح

بہر دنیاؤ ناکساں در جوش
عاشقان را سزد خروش قدح

ساقیا مست کردہ زشراب
چنگ بنوازی نای نوش قدح

راح پیمانہ بہ آشکارا دہ
از لب تشنگان مپوش قدح



Scanned by CamScanner

## 39

ڪڪوھ (ڳاڙهي شراب) جو پيالو پيڻ کان پوءِ منهنجي دل جو پيالو چا تہ جوش ۾ آهي. ڏس! شراب جي موج چا تہ موج ۾ آهي. شراب جي پيالي هڪ ڏڪ ۾ عقل ۽ هوش کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. دنياداري (دنيا داريءَ جو جوش) بيڪار ماڻهن لاءِ ڇڏي ڏي، عاشقن جو جوش خروش تہ پيالو آهي. اي ساقي، شراب پياري مست ڪيو اٿئي، پيالي سان گڏ چنگ بہ چور (ساز ۽ سرود بہ شروع ڪر). شراب جو پيالو آشڪار ڪي ڏئي ڇڏ. اُجارن چپن کان پيالو نہ لِڪاءِ.

-

Scanned by CamScanner

## 40

یار از ما حجاب میدارد
پردہای نقاب میدارد

از بہر قتل عاشقان ہمچوں
روی پنہاں شتاب میدارد

رخ خوبش چو آیت مصحف
ایں عجائب کتاب میدارد

گاہ او آشنا ہمی گردو
گہہ زہجرش عذاب میدارد

آشکارا زمی چہ سرمست ست
دوستی آں جناب میدارد



Scanned by CamScanner

## 40

يار مون کان حجاب ٿو ڪري، پنھنجي منھن تي نقاب ٿو ڪري، عاشقن کي ڳھڻ خاطر، پنھنجو منھن جلدي لڪائي ٿو ڇڏي، سندس سھڻو مُکُ صحيفي جي آيت جيان آھي. يار وٽ اھو ھڪ سھڻو ڪتاب (سندس مُکُ) آھي. يار ڪڏھن پنھنجو ڪري ٿو ڪڏھن جدائي جو عذاب ڏئي ٿو. آشڪار ايترو سرمست يار جي دوستيءَ جي ڪري ٿيو آھي.

-

## 41

کاری بخود کنی تو ہی ہی چہ شد چہ شد
نعرہ چرا زنی تو ہی ہی چہ شد چہ شد

کشف القبور گشتہ ہر دم حضور گشتہ
بینائی نور گشتہ ہی ہی چہ شد چہ شد

بزرگ اگر تو ماندی بقید ہستی
ازما ومَن نرستی ہی ہی چہ شد چہ شد

سیری اگر سمائی گردی بروشنائی
ماندی بما شمائی ہی ہی چہ شد چہ شد

حفظِ قرآن کردی ملکِ عرب بگردی
ہی ہی بغیر دردی ہی ہی چہ شد چہ شد

پیر جہاں گردی از خویشتن نرفتی
بی درد عشق مستی ہی ہی چہ شد چہ شد

Scanned by CamScanner

کردی بسی مریدی اندر ہوا پریدی
بود انچہ او ندیدی ہی ہی چہ شد چہ شد

علم مسخراتی خواندی بشش جہاتی
گرنا شناس ذاتی ہی ہی چہ شد چہ شد

خواندی چو علم و عوت چہ کف چہ کرامت
جز درد نی سلامت ہی ہی چہ شد چہ شد

صد وردہا بخوانی از درد تو ندانی
در شورو شریمانی ہی ہی چہ شد چہ شد

گر شش لطیفہ جاری گشتہ بہ بیقراری
کردی نہ انتظاری ہی ہی چہ شد چہ شد

آں یار فرمودہ است مارا
کن چاک ایں قبارا ہی ہی چہ شد چہ شد



Scanned by CamScanner

# 41

تنهنجا ڪم ازخود ٿي وڃن ٿا تہ پوءِ ڇا ٿيو! پوءِ تون نعرا هڻين، تہ پوءِ ڇا ٿيو! ڪشف القبور بہ حاصل ٿي ويئي، سائينءَ سان هردم ساڻ رهين، نور بہ ڏسي ورتئي، تہ پوءِ ڇا ٿيو! جيڪڏهن تون بزرگ بڻجي وئين پر نفس جو غلام رهين، 'مان ۽ منهنجي' مان آجو نہ ٿين، تہ پوءِ ڇا ٿيو! تون جي آسمانن جي سير بہ ڪرين، پر پوءِ بہ جي تون خوديءَ ۾ هجين تہ پوءِ ڇا ٿيو! جي قرآن حفظ ڪيئي، عربستان جو دؤرو بہ ڪري آئين، پر جي تون درد کان عاري آهين، تہ پوءِ ڇا ٿيو! سموري دنيا جو پيرُ ٿي وئين، پر پنهنجي پاڻ مان نہ نڪري سگهين، عشق جي درد ۽ مستي نہ ماڻي سگهين، تہ پوءِ ڇا ٿيو! ڪيترائي مريد ٺاهي ڇڏيئي، هوائن ۾ اڏندو بہ رهين پر جا شيءِ ڏسڻ وٽان هئي سا نہ ڏٺئي، تہ پوءِ ڇا ٿيو! ڳُجهہ جو علم بہ حاصل ڪيئي، ڇهہ صورتون بہ سمجهين وئين، پر جي هُن هستي کي نہ سڃاتئي، تہ پوءِ ڇا ٿيو! دعائون، وظيفا سکين بہ وئين، ڪشف ڪرامتن جو ڏٽي بہ ٿئين، پر درد کانسواءِ سلامتي ناهي، تہ پوءِ ڇا ٿيو! تون سوين ورد پڙهين ٿو پر سوز کان واقف ناهين. رات ڏينهن جهيڙن ، هنگامن ۾ گذارين ٿو تہ پوءِ ڇا ٿيو! جيڪڏهن تنهنجا ڇهہ ئي مزاج جاري آهن، جنهنڪري تون اڻ تڻ ۾ آهين، پر جي يار جو انتظار نٿو ڪرين، تہ پوءِ ڇا ٿيو! اي آشڪار! يار جو فرمان آهي تہ پنهنجي هستيءَ جو چولو قاڙي ڇڏ (جي ائين نہ ٿيو) تہ پوءِ ڇا ٿيو!

-

Scanned by CamScanner

## 42

یاران ز عشق توبہ کناں شد چہ شد چہ شد
ایں حال در آخر زماں شد چہ شد چہ شد

باگوش دل کسی نشنودہ بیانِ درد
در پیش کور کرد بیان شد چہ شد چہ شد

ہی ہی حدیثِ عشق بہ مجلس نمی کنند
جنگ و جدل مگر بہ میان شد چہ شد چہ شد

ہر کس برائی نان پریشان منتظر
الا و غل دروغ در آن شد چہ شد چہ شد

ہرگز قبول کس نہ کنند راہِ عاشقی
اسرارِ عشق گرچہ عیان شد چہ شد چہ شد

رفتہ رفتہ آشکار ہمان روز اعتبار
از خاص و عام جملہ گمان شد چہ شد چہ شد



Scanned by CamScanner

## 42

يارن عشق کان توبہ ڪري ڇڏي، اهو ڇا ٿيو! اهو ڇا ٿيو! آخري وقت ۾ اهڙو حال ٿيو اهو ڇا ٿيو! اهو ڇا ٿيو! درد جو داستان ڪنهن بہ دل جي ڪن سان نہ ٻڌو ڇڻ ڳالهہ ڪنهن انڌي اڳيان ٿي، اهو ڇا ٿيو! اهو ڇا ٿيو! افسوس! مجلس، محفل ۾ ڪو عشق جي ڳالهہ نٿو ڪري، صرف جنگ جدل جو بيان وچ ۾ اٿن، اهو ڇا ٿيو! اهو ڇا ٿيو! هر ڪو پريشان آهي مانيءَ ڳيي لاءِ ۽ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوڙ ۽ دولاب جو سهارو ورتو پيو وڃي، اهو ڇا ٿيو! اهو ڇا ٿيو! ڪوبہ عشق جي راهہ تي هلڻ لاءِ تيار ناهي، جڏهن تہ عشق جا اسرار عيان ٿي چڪا آهن، اهو ڇا ٿيو! اهو ڇا ٿيو! اي آشڪارا! وڏو وقت ٿيو آهي، جو ماڻهن جي دلين مان اعتبار ختم ٿي ويو آهي. هاڻي تہ هر ڪو گمان ۾ پيو گهاري، اهو ڇا ٿيو! اهو ڇا ٿيو!

-

Scanned by CamScanner

## 43

عشق اندر دل ہرانکس کارکرد
از کفر اورا زدین بیزار کرد

شد غلام یوسف از ناز عشق
غلغلہ او در مصر بازار کرد

شیخ صنعان را درون کفر آورید
از محبت در گلو زنار کرد

پوست شمس الحق تبریزی کشید
ہمچنان مقتول شہ عطار کرد

زور عشق چوں بدل شبلی رسید
سرا از اسرار واظہار کرد

Scanned by CamScanner

غمزہ عشقش ببیں چہ کارکرد
خواجہ منصور را بردار کرد

رسم عشقش ہمچنیں شد آشکار
قتل عشاقان بسی بسیار کرد



Scanned by CamScanner

## 43

عشق جنهن جي دل تي اثر ڪيو تنهن کي ڪفر ۽ دين کان بيزار ڪيو. عشق جي ناز و ادا يوسفؑ کي غلام ڪري چڏيو مصر جي بازار ۾ سندس مشهوري ٿي. عشق صوفي صنعان کي ڪافراڻي هلتِ سيکاري ۽ سندس ڳلي ۾ زنار (جڻيو) پارايو. عشق شمس تبريز جي کل لهرائي ۽ فريد الدين عطار کي قتل ڪرايو. شيخ شبلي عشق جي جوش ۾ اسرار جو اظهار ڪيو. ڏسو! عشق جي نازن نخرن جو ڪم، منصور کي سوليءَ تي چاڙهي ڇڏيائين. اي آشڪارا! اڻ ڳڻيا عاشق مارائڻ عشق جي رسم آهي.

Scanned by CamScanner

## 44

دیده ما ابر وار میگرد
از سبب ہجرِیار میگرد

نہ خبردار از وصال و فراق
آنکہ بی اختیار میگرد

نصف از لیل رفت نامد یار
بر رہِ انتظار میگرد

عاشقان ہم زبی نیازی او
چوں سحاب بہار میگرد

آشکارا و نہاں بہ بی اختیار
خود بخود زار زار میگرد



Scanned by CamScanner

## 44

منهنجيون اکيون بادل جيان وسن ٿيون، يار جي وڇوڙي سبب روئن پيون. نہ وصال جي خبر آهي، نہ وڇوڙي جي. اکيون بس بي اختيار روئن پيون. اڌ رات وهامي وئي، پر يار نہ آيو. اکيون سندس انتظار ۾ روئن پيون. عاشقن ڏانهن سندس بي نيازي ڏسي، اکيون بهار جي بادلن جيان روئن پيون. آشڪار ظاهر توڙي لِڪ ۾، بي اختيار ٿي روئي پيو.

Scanned by CamScanner

## 45

ناگاه بجلوہ یار آمد
در صورت صد ہزار آمد

گہہ آدم گشت و گاہ حوا
گہہ در لبس کفار آمد

گہہ بادہ شدہ است گہہ پیالا
گاہے زخم خمار آمد

گاہی صدفت گاہ دریا
گاہے بمیان غبار آمد

گہہ گشت سحاب و گاہ قطرہ
گہہ لولوی شاہوار آمد

گہہ سبز برگ و گاہ غنچہ
گاہ گل و گاہ خار آمد

Scanned by CamScanner

گاہی گذرش بسیر لاہوت
گہہ باز بدار یار آمد

گہہ عاشق گشت گاہ مشعوق
گہہ بیدل و بیقرار آمد

گہہ زاہد گشت گاہ راہب
گاھے بہ گلو زنار آمد

گہہ صوفی ست گہی موالی
پوشیدہ گہہ آشکار آمد



Scanned by CamScanner

## 45

يار جو جلوو اوچتو نظر آيو. يار هزارين صورتن ۾ آيو. ڪڏهن آدم جي صورت ۾ ته ڪڏهن حوا جي صورت ۾، ڪڏهن وري ڪافراڻو لباس اوڍي آيو. ڪڏهن شراب ته ڪڏهن پيالو ڪڏهن خمار ٿي آيو. ڪڏهن سِپ ته ڪڏهن درياءُ، ته ڪڏهن متي (جيڪا سِپ ۾ درياءَ جي وچ ۾ هوندي آهي) ٿي آيو. ڪڏهن بادل بڻيو ته ڪڏهن ڦڙو، ڪڏهن بادشاهن جي تاج جو موتي ٿي آيو. ڪڏهن ساوڪ جي صورت، ته ڪڏهن نئين نڙيل پنکڙيءَ ڪڏهن گل ته ڪڏهن ڪنڊي جي صورت ٿي آيو. ڪڏهن لاهوت جا سير ٿو ڪري، ڪڏهن سوليءَ تي چڙهي ٿو وڃي، ڪڏهن عاشق، ته ڪڏهن معشوق، وري ڪڏهن بي دل ۽ بيقرار ٿي آيو. ڪڏهن زاهد، ڪڏهن راهب، ڪڏهن ڳلي ۾ زنار ٻڌي آيو. ڪڏهن صوفي، ڪڏهن موالي، ڪڏهن پوشيده ته ڪڏهن آشڪار ٿي آيو.

Scanned by CamScanner

## 46

گرچہ کشف القلوب کشفِ قبور
حاصلت گشت می شوی مسرور

خادمان و مرید و شاگردان
صد ہزار ست تاشدی مشہور

گر تو پُرسی زماچہ راست رہ است
راست گویم زہر سہ باشی دور

کشبِ قلب و قبور نمامی ست
کارِ نسفانی ست نیست حضور

خویش بشناس آشکار و نہاں
کار آں کن کہ کرد شہِ منصور



Scanned by CamScanner

## 46

توکي ڪشف القلوب (دلين جي رازن کي سمجهڻ جو علم) ۽ ڪشف القبور ( مئلن سان رابطي جو علم) حاصل ٿي ويو تہ تون مسرور ٿي وئين. تنهنجا لکين خادم، مريد ۽ شاگرد آهن ۽ تون مشهور ٿي وئين، پر جي تو مون کان پڇين تہ سڌي واٽ ڪهڙي آهي تہ مان توکي سچي ڳالهہ ٻڌائيندس تہ تون انهن ٻنهي شين (ڪشف القبور، ڪشف القلوب ۽ مشهوريءَ) کان آجو ٿيءُ. اهي ڪشف غمازي، سخن چيني، چغلخوري آهن. اها نفس پرستي آهي، انهن جو حق سان ڪو تعلق ناهي. لِڪ ۾ توڙي آشڪار (هر حالت ۾) پاڻ کي سچاڻ ۽ اهو ڪم ڪر جيڪو منصور ڪيو هو.

–

## 47

عاشقاں باشند در سوز و گداز
زاہداں ہستند در روزہ نماز

در پئی دنیای دون شد عامیان
عاشق آں از دیں و دنیا بی نیاز

گر زما پُرسی رہ عشاق گیر
تاشوی در ہر دو عالم سرفراز

زینجہاں و آں جہاں یا بی خبر
پس کنی پرواز ہمچوں شاہباز

آشکار خویشتن را محو کن
تاشوی واقف ہم از مخفی راز



Scanned by CamScanner

## 47

عاشق ڏک ۽ سوز ۾ آهن. زاهد روزي نماز ۾ آهن. عام ماڻهو دنيا جي ڪِلي خوار آهن, عاشق دين ۽ دنيا کان بي نياز آهن. جي مون کان پڇين ته, تون عاشقن وارو رستو اختيار ڪر ته, جيئن تون ٻنهي جهانن ۾ ڪامياب ٿي سگهين. جو هِن جهان ۽ هُن جهان کان آگاه آهي, سو باز جيان اڏامندو رهندو.اي آشڪارا پنهنجو پاڻ وسارِ ته جيئن تون لڪل رازن کان واقف ٿي سگهين.

-

## 48

ای زاهد زمانه تو وشیار باش باش
از هست و نیست خویش خبر دار باش باش

بیرون در از حجره ببین چشم باز کن
بگزر ز خویش محرم اسرار باش باش

خواهی اگر تو عشق ملامت قبول کن
از کیش و از مذاهب بیزار باش باش

بی دوست گر بگردی روم و عرب چه شد
در نیک و بد همیشه با یار باش باش

مارا هوا گرفت نشاپور آشکارا
باصدقِ دل غلامِ عطار باش باش



Scanned by CamScanner

## 48

اي دنيا جا زاهد، تون هشيار هج. هجڻ، نہ هجڻ (بود ۽ نابود) ۽ پنهنجي پاڻ کان خبردار هج. پنهنجي حُجري کان ٻاهر نڪر ۽ اڪيون کول. پنهنجي پاڻ کي وسار تہ جيئن توتي رمزون کُلي سگهن. جيڪڏهن تون عشق چاهين ٿو تہ پوءِ ملامت قبول ڪر. سڀني مذهبن ۽ ساٿ سوٽن کان آجو هج. يار ڪانسواءِ عربستان، روم جا چڪر هڻي اچڻ مان ڇا ورندو! نيڪ هجين يا بد، سدائين يار سان هج. اي آشڪارا دل ۾ نيشاپور ( صوفي فريد الدين عطار جو شهر) جي تانگهہ پيدا ٿي آهي. تون سچي دل سان آقا عطار جو ٻانهو ٿج.

-

Scanned by CamScanner

## 49

نمیدارم ورای دوستی عرض
مرا ہرگز نمی باشد دگر غرض

نماز و روزہ بر عالم فرض شد
شدہ برما محبت دوستی فرض

ہمیشہ جان رنجور ست عاشق
کہ ہمچوں عشق نبود دیگری مرض

خودی قرض ست دہ از دست اورا
ادا کردن ترا واجب بود قرض

بموجودات عشقت آشکارا
شد از عشق محبت آسمان ارض



Scanned by CamScanner

## 49

دوستيءَ کان علاوه اسان جو ٻيو ڪو عرض ناهي، ۽ نہ ٻيو ڪو غرض. روزو ۽ نماز سيني تي فرض آهي، اسان تي محبت ۽ دوستي فرض ٿي آهي.عاشق جو جيءُ هميشہ رنجور رهي ٿو. چاڪاڻ جو عشق جهڙو ٻيو ڪو مرض ٿي ناهي. تنهنجي خودي توتي يار جو قرض آهي.اهو قرض ادا ڪرڻ توتي واجب آهي. اي آشڪار مڙئي موجودات عشق جي ڪري آهن. زمين ۽ آسمان بہ محبت جي ڪري ٿي آهي.

-

Scanned by CamScanner

## 50

زندگانی بغیر یار چہ حظ
بادہ نوشیم بی خمار چہ حظ

خوشترست انتظار در رہِ عشق
نکشیدی تو انتظار چہ حظ

نغمہ بُلبُل خوش ست بر گلہا
سیر بستان بی بہار چہ خ حظ

بادہ مطرب کباب شد موجود
نیست معشوق درکنار چہ حظ

آشکارا وصال نیست ہنوز
گرچہ عمرت بود ہزار چہ حظ



Scanned by CamScanner

## 50

يار ڪانسواءِ زندگي، ڪهڙو مزو! خمارن ڪانسواءِ شراب نوشي، ڪهڙو مزو! عشق جي راهہ ۾ انتظار مٺو آهي، جي تون اهو انتظار ناهي ڪيو تہ، ڪهڙو مزو! گل تي ويٺل بلبل جو گيت پلو، پر بنا بهار جي گلستان جو سير، ڪهڙو مزو! شراب، ڪباب، نغمہ سرا (ڳائيندڙ) موجود هجن، پر جي يار ويجهو نہ هجي تہ، ڪهڙو مزو! اي آشڪار! اجا تائين يار جو وصال ناهي ٿيو اهڙي عمر جي هزار سال بہ ٿئي تہ ڪهڙو مزو!

Scanned by CamScanner

## 51

زمَن اسرار عیاں شد اناالحق میزنم برحق
خیالم بین کہ سلطان شد اناالحق میزنم برحق

بموجا دریایم حباب از آب برآیم
ہمہ اسرار سرپایم اناالحق میزنم برحق

کہ ایں تن جانان شد بعالم خان خانان شد
ہمیں انسان رحمان شد اناالحق میزنم برحق

ہمیں گفتار حق باشد ہمہ رفتار حق باشد
ببین اسرار حق باشد اناالحق میزنم برحق

شرابِ عشق می نوشم ز رندی جامہا پوشم
خروشم گاہ خاموشم اناالحق میزنم برحق

Scanned by CamScanner

زمی توحید سرمستم کفر اسلام رابستم
بمیخانہ چو بنشستم اناالحق میزنم برحق

خیال ما معلیٰ شد کجا سبحہ و مصلیٰ شد
بتاریکی تجلیٰ شد اناالحق میزنم برحق

نہ آدم ماند ایں جای نہ جسم و جان سرپائے
نہ پیدا گشت اجزای اناالحق میزنم برحق

ز دل دیدم نہ سر دیدم کہ خود درادر بحر دیدم
ازانجا ہم گذر دیدم اناالحق میزنم برحق

چناں گردید بیخبری نہ شام و لیل و سحرے
نہ قدری ماند نہ جبری اناالحق میزنم برحق

نہ ایمان و نہ دین دیدم نہ افلاک و زمین دیدم
ہمہ لا زیر زمین دیدم اناالحق میزنم برحق

کشیدم از برقعہ کہ پارہ کردہ ام خرقہ
ندانم من زچہ فرقہ اناالحق میزنم برحق

زمی نوشیدہ ام جامی شدم از درد بدنامی
کہ طشت افتاد از بامی اناالحق میزنم برحق

کشیدم رو ببدنامی نہ بیدینم نہ اسلامی
نہ سندی ہندی و شامی اناالحق میزنم برحق

نمیدانم کہ بدنام شدہ در محویت نامم
کہ گشتم بیخود از جامم اناالحق میزنم برحق

کجائی آشکارا توچہ ظاہر ہم چہ باطن او
یقین دان یک بودنی دو اناالحق میزنم برحق



Scanned by CamScanner

## 51

اسرار مون وٽان عيان ٿين ٿا. مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! مان پنهنجي پاڻ کي سلطان ٿو سمجهان. مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! ڇوليو هڻندڙ درياءَ آهيان. توڙي جو جر ڦوٽي جيان پاڻيءَ جي سطح تي اڇي ويو آهيان. مان سچو جو سچو اسرار آهيان. مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! هن تن ۾ منهنجو يار آهي. دنيا ۾ خانن جو خان آهيان. تنهنڪري اهو انسان ئي رحمان آهي. مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! مان جيڪو چوان ٿو سو حق آهي. مان حق جي رفتار آهيان. ڏس تہ مان ان حق جو اسرار ئي تہ آهيان. مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! مون عشق جو جام پيتو آهي. رندي (پياڪن) واري پوشاڪ پهري اٿم. جوش ۾ هجان يا ماٺ. مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! مان هيڪڙائيءَ جي شراب ۾ سرمست آهيان. مون ڪفر ۽ اسلام کي ٻڌي ڇڏيو آهي. مئہ خاني ۾ ويهي. مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! منهنجن خيالن جي اڏام تمام اونچي آهي. تسبيح ۽ مصلو تہ الائي جي ڪيڏانهن ويا! اونڌاهيءَ ۾ تجلي پيدا ٿي آهي. مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! هيءَ اها منزل آهي جتي نہ آدم آهي. نہ هٿ پير. جسم ۽ جان جي ڪا خبر. نہ (چئن) عنصرن جو ڪو نالو نشان. مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! نہ دل ٿو ڏسان. نہ سِر ٿو سُجهيم. سمنڊ ۾ ٽُٻي ڏئي ڇڪم. پوءِ ان مقام کان بہ گذري ڏٺم. مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! اهڙي بيخبري آهي جو ڏينهن رات جو پتو نٿو پوي. نہ قدريءَ جي جاءِ آهي نہ جبريءَ جي. مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! نہ ڪفر ۽ ايمان نظر آيا. نہ زمين ۽ آسمان

Scanned by CamScanner

نظر آيا، هر شيءِ پنهنجي پيرن هيٺان ڏٺم، مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! پنهنجي منهن تا نقاب هٽائي ڇڏيو آهي، خرقو (صوفياڻو چوغو) ڦاڙي ڇڏيو اٿم. مون کي پتو ناهي تہ مان ڪهڙي فرقي مان آهيان، مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! منڊ پي مست ٿيم، درد، سوز جي ڪري بدنام ٿيم، ٿالهي اونڌي ٿي وئي (راز عيان ٿي ويا)، مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! مان بدنامي طرف منهن ڪيو نہ مان بي دين آهيان نہ اسلامي. نہ مان سنڌي، نہ هندي ۽ نہ ئي شامي، مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! مان ايترو تہ سرمست آهيان جو مون کي پنهنجي رسوائيءَ جو يا پنهنجي نالي جي ميسارجي وڃڻ جو ڪو احساس آهي. جام پيئڻ کانپوءِ مان پنهنجي پاڻ ۾ ناهيان، مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان! اي آشڪار! تون ڪاٿي آهين، ظاهر يا لڪل، در حقيقت هُو ئي هُو آهي. پَڪَ ڪر تہ هڪ هو ئي آهي، ٻہ ناهن. مان انا الحق جو نعرو حق تي ٿو هڻان!

-

Scanned by CamScanner

## 52

زہد و تقوا محو شون عشق مارا رخ نمود
می شو زو بیخودی ماند کجا سجدہ بود

ہست آن العش نارٔ می بسوز وماسوا
در دلم آتش فروز می کشید از دیدہ دود

بگذرد از کفر و ایمان از مذاہب کیش و دین
نی رکوع آنجا بماند نہ قیام و نہ قعود

بادشاہ عشق سرہا چند سرداران برید
می شود از گزدش احوال گم کلی وجود

در طریقِ عاشقی سر جان دادن خوشتر ست
عقل گوید کن توقف عشق گوید زود زود

خیال عشقش آشکارا ؛ز فنا بخشند بقا
اولاً نا بود ساز پس ہمی آرد بود



## 52

عشق جڏهن پنهنجو ديدار ڪرايو تہ زهد ۽ تقويٰ سڀ گم ٿي ويا. مان بيخود آهيان، رڪوع ۽ سجدا سجود ڪاٿي آهن! عشق اها باھ آهي، جيڪا هُن يار ڪانسواءِ ٻي هر شيءِ کي ساڙي ٿي ڇڏي. مون دل ۾ باھ ٻاري آهي، منهنجي اکين مان دونهون (گوڙها) نڪري رهيو آهي. عاشق دين ڌرم، ايمان رسم ۽ رواج کان اڳتي نڪري ويندو آهي . ان مقام تي نہ رڪوع آهي نہ قيام قعود. بادشاھ عشق ڪيترن ئي سردارن جا سِر قلم ڪيا آهن ۽ نيٺ حالتن جو ڦيرو ان مرحلي تي رسندو آهي، جتي ڪُل وجود گم ٿي ويندو آ. عشق جي مارڳ ۾ سِر وڃائڻ ، جان ڏيڻ بهتر آهي. عقل چوي ٿو تہ ، 'ترس، ويهہ'، عشق چوي ٿو تہ 'تڪڙ ڪر، جلدي ڪر.'اي.آشڪار! عشق پهريان تہ فنا آهي، پوءِ بقا. پهريان نہ (عدم وجود) ۽ پوءِ ها (وجود).

## 53

کز خویش برستی بزن نعره اناالحق
زنار گسستی بزن نعره اناالحق

از خاک و از آب و از باد آتش
از جمله گذشتی بزن نعره اناالحق

عشق ست ره راست که از روزِ الست
خوش راه گرفتی بزن نعره اناالحق

گفتار چه رفتار از وہست نه از تو
خود ہیچ نگفتی بزن نعره اناالحق

دریست سخن عشق که از بحر دل آید
چون در بسفتی بزن نعره اناالحق

آشکار و نہاں یار بود در دل و جان تو
او ہست تو پستی بزن نعره اناالحق



Scanned by CamScanner

## 53

پنهنجي پاڻ کان نڪر، اناالحق جو نعرو هڻ. زنار ٽوڙ اناالحق جو نعرو هڻ. خاڪ، پاڻي، باهه ۽ هوا (چار عنصرن) هر شيءِ کان نڪر، اناالحق جو نعرو هڻ. عشق کي سچي واٽ آهي، روزِ الست کان آهي. اها پلي واٽ ورتي اٿئي، اناالحق جو نعرو هڻ. منهنجي گفتار ۽ رفتار، هئڻ ۽ نہ هئڻ تنهنجي ڪري ئي آهي. مان پنهنجي پاران تہ ڪجهہ ناهي چيو اناالحق جو نعرو هڻ. هيءَ عشق جي ڳالهہ تہ دل جي سمنڊ مان لڌل موتي جيان آهي. جڏهن موتي جي پروڙ پئي تہ اناالحق جو نعرو هڻ. اي آشڪارا ظاهر يا لڪل، تنهنجي دل ۾ جان ۾ يار جو واسو آهي. هُو آهي ۽ تون ناهين، اناالحق جو نعرو هڻ.

-

Scanned by CamScanner

## 54

این چہ میدانی دلا چون من گدائی کنم
از گدائی در دو عالم بادشائی میکنم

از حقارت سوی من ہر گز مبین ای زاہدا
گرچہ عریاں بودہ ام خود خدائی میکنم

ایکہ از دین کیش رفتم رہ مسلمانی کجاست
زاہدی نی ساحری نی پارسائی میکنم

ناکسان افتادہ در راہ ضلالت گمراہی
در رہِ وحدت کسان را رہنمائی میکنم

چیستم من نیستم پنہان عیان باشد خدا
غرق در دریای حیرت ماو شمائی میکنم

Scanned by CamScanner

ہیچدانی چیستم من کیستم من نیستم
او سمیع ست او بصیر از خود جدائی میکنم

کرد شہ منصور بر سر دار نعرہ اناالحق ندا
آشکارا پیش جانان سرفدائی میکنم



Scanned by CamScanner

## 54

اي منهنجا من! تون ڇا ٿو سمجهين تہ مان فقيري اختيار ڪئي آهي! فقيريءَ ۾ دراصل، مان ٻنهي جهانن جي بادشاهي ڪئي آهي. اي زاهد! مون ڏانهن حقارت مان هر گز نہ ڏس. مان اڳماڙو نظر اچان ٿو پر مان خدائي ڪئي آهي. جڏهن مان دين ڌرم کان نڪري چڪس تہ پوءِ مسلماني ڇا آهي! زهد، جادوگري، پارسائي، ناهي ڪئي. ادنيٰ ماڻهو ضلالت ۽ گمراهيءَ جي واٽ تي آهن، مان ماڻهن کي وحدت جي واٽ ڏيکاري آهي. مان ڇا آهيان! مان ناهيان! ظاهر ۽ باطل صرف خدا آهي. 'منهنجو ۽ تنهنجو' کي مون حيرت جي درياءَ ۾ لوڙهي ڇڏيو آهي. ڇا ڄاڻان تہ مان ڇا آهيان، مان ڪير آهيان، مان ناهيان. هُو سميع ۽ بصير آهي. مان تہ پنهنجي پاڻ کان جدائي ڪئي آهي. شاه منصور سوليءَ تي اناالحق جو نعرو هنيو هو. اي آشڪارا! مان يار جي اڳيان سر قربان ڪيو آهي.

-

## 55

بت را سجود کردم در بت خانہ نشستم
اسلام شد بغارت چون سد دین شکستم

ایمان دین برون شد آن یار اندرون شد
زنار در گلو شد رشتہ سبحہ گستم

پیر مغان دادہ یک جام پرز بادہ
یادم کسی نیامد اختیار شدز دستم

این شیوہ ایست رندی معلوم شد برندان
من از شرابِ وحدت منصور وار مستم

از ہر دو لب پیالہ بیرون مکش تو یکدم
گہہ گم شوی ز ہستی گہہ آشکار ہستم



Scanned by CamScanner

## 55

بُتَ کي سجدو ڪيو بتخاني ۾ ويٺم. مون جڏهن مذهب جي رڪاوٽ ٽوڙي تہ اسلام لُٽجي ويو. دين ۽ ايمان ٻاهر نڪتو ۽ يار اندر اچي ويو. پنهنجي ڳلي ۾ زنار وجهي، تسبيح کي ٽوڙي ڇڏيم. پيرِ مغان مون کي شراب جو ڀريل پيالو ڏنو. پوءِ ڪجهہ ياد نہ رهيو مان اختيار مان نڪري ويم. هيءُ رندي وڙُ (پياڪن جي هلتِ) آهي، انِ جي خبر بہ پياڪن کي ئي آهي. مان وحدت جي شراب ۾ منصور جيان مست آهيان. شراب جو پيالو هڪ لحظي لاءِ بہ پنهنجن چپن تان نہ هٽاءِ. پوءِ تون ڪڏهن گم هوندين، ڪڏهن هستي ۾ آشڪار هوندين.

-

## 56

از کفر و دین هر آئینه با دل سلام کردم
دیگر طرف نرفتم عشقش امام کردم

چندین حدیث پیشین از عاشقان شنیدم
سر ده براهِ جانان قصه تمام کردم

در عبرتیم آمد یک الف سه صد سن
چه ندای قول آن حق بر خاص وعام کردم

ره عشق کی بپرسد از ما اگر بپرسی
خود را از قید هستی بی ننگ ونام کردم

پنهان و آشکارا که بر آستان مقدس
خود را ز بندگانش کمتر غلام کردم



Scanned by CamScanner

## 56

ڪفر ۽ دين ڪي منهنجو پري ڪان سلام. ٻي ڏِسا ۾ ڪئين وڃان، عشق آهي منهنجو امام.عاشقن جا ڪيترائي قصا ٻڌا اٿئون. انهن قصن جو تَتُ اهو ئي آهي تہ يار آڏو سِر قربان ڪرڻو آهي. سو مون سمورو قصو تمام ڪري ڇڏيو. عبرت ۾ هوندي تيرهين صدي (هجري) اچي وئي . حق ڪي مون هر عام ۽ خاص تي واضع ڪري ڇڏيو. عشق جي راه جو ڏس پتو پڇڻ وارا ڪينهن، پر جي مون ڪا پڇين تہ اسان پنهنجي پاڻ ڪي هستيءَ جي قيد مان آجو ڪرائي، ٻي ننگ ۽ ٻي نام ڪري ڇڏيو. ظاهري يا عيان، مون پنهنجي پاڻ ڪي ان مقدس مقام تي غلامن جو غلام ڪري ڇڏيو.

Scanned by CamScanner

# 57

پُر زمی پیر مغان مارا بنوشایند جام
شد دلم آزاده آن دم زحلال و از حرام

برد او آنجا مرا کانجا گناه و نی ثواب
نی کفر اسلام آنجا نی جماعت نی امام

نی در آنجا جسم ماند نی بود اسم اندر آن
در تصور آمدم این از کجا باشد مقام

این مقام حیرت و عبرت بود بین اندرو
نہ رکوع و نہ قیام و نہ سجود و نہ سلام

این طریق عاشقی بگزین بجان ای آشکار
تا بباشی دائما تو اندرین لذت مدام



Scanned by CamScanner

## 57

پيرِ مغان جڏهن مون کي شراب جو پُر پيالو ڏنو انهيءَ لمحي منهنجي دل حلال ۽ حرام کان آجي ٿي وئي. يار مون کي اهڙي مقام تي وٺي ويو جتي نه گناهه آهي نه ثواب، نه اتي ڪو ڪفر آهي، نه ئي اسلام، نه ڪا جماعت ۽ نه ئي ڪو امام. ان جاءِ تي نه اسم آهي نه جسم. خيال ٻورايان ٿو ته اهو نيث ڪهڙو مقام هو. هيءَ حيرت جو مقام آهي ۽ ڏس ته اتي نه رڪوع آهي، نه سجدو نه قيام نه سلام. اي آشڪارا عشق جي واٽ کي دل ۽ جان سان قبول ڪر ته جيئن تون دائمي لذت ۾ هجين.

-

# 58

ز مذہب کیش بیزارم درون بتخانہ بنشینم
برفتہ دین و ایمانم بظاہر مرد بیدینم

تن و جان محو گر گردد ز عشقان شنیدہ من
رود سر گرد در این راہش شگر گویم بہ آمینم

ہمہ صورت ہمان یارست شناسم جملہ صورت را
نہ از کس کینہ میدارم نہ در صلح نہ در کینم

نہ شیخم نہ بزرگم من ز شیخی بزرگی بیرون
کہ فی الکونین از دردش مگر یک ذرہ بگزینم

کنشت و کعبہ یکسا نبست بوحدت آشکارا بین
نگاہم نیست بر غیری ہمہ جا یار می بینم



Scanned by CamScanner

## 58

مان ساڳ سوڻ، مذهب کان بيزار آهيان. مان بتخاني ۾ ويٺو آهيان. منهنجو دين، ايمان ويو بظاهر مان لا دين آهيان. عاشقن کان ٻڌو اٿئون ته عشق ۾ جسم ۽ جان ختم ٿي ويندا آهن. سچ پچ جي عشق جي راه ۾ سِر ويو ته مان شڪر گذار رهندس. مان مڙني صورتن ۾ ڪيس سڃاڻان، هر صورت ۾ يار ڏٺو اٿم. تنهنڪري ڪنهن سان ڪينو ڪين اٿم. نه مان شيخ آهيان، نه ئي بزرگ. شيخيءَ، بزرگيءَ کان ان لاءِ ڌار آهيان ته جيئن ٻنهي جهانن ۾ يار جي درد جو ڪو ذرو ملي پويم. اي آشڪارا! هيڪڙائيءَ جي نظر سان ڏس ته ڪعبو ۽ بتخانو هڪجهڙا آهن. منهنجي نظر غير تي ناهي، مان ته يار ئي يار ڏسان ٿو.

-

## 59

مجلس حاکمان را دیدم
موجهای عمان رادیدم

برغریبان ظلم صد تعدی
حکمرانی شہاں را دیدم

در فرح عیش اغنیا سیرند
کار سازی جہاں رادیدم

کیسہ پُر زر شوند خالی دست
ناتوان د توان را دیدم

شہ گدا و گدائی سلطان شد
گردش این زمان را دیدم

Scanned by CamScanner

حافظان ورد خوان بی عمل اند
بیخبر قاضیان را دیدم

راه آن مستقیم کس نگرفت
هم چنان گمرهاں را دیدم

گر بپرسی بگیر راه یقین
همه شک و گمان را دیدم

همه اشراف در غم و اندوه
خرمی ناکسان را دیدم

هر کسی بر دروغ بست کمر
راستی ر رهروان را دیدم

هر کسی مانده است در پندار
محویت عارفان رادیدم

از لکدکوبے فلک آزاد
مگر آن عشقان را دیدم

Scanned by CamScanner

طوق زرین مرصع از یاقوت
هم بگردن خران را دیدم

بر درِ حاکمان خراب و خجل
زاہداں عابدان را دیدم
شکوہا می کنند گر سنگی
حالت این منعمان را دیدم

بہر دنیای دون سر گردان
روز شب عالمان رادیدم

عزت و آبرو بہ کفاران
خجلتِ مومنان را دیدم

ہوشمندان خوار بہر پشیز
زر قلا دہ سگان را دیدم

مجمع الخلق در یمین ویسار
بیشتر بزرگان را دیدم

پسر جنگ با پدر دارد
بی ننگ و بی نشان را دیدم

Scanned by CamScanner

ایکہ از خوف کار پردازان
زرد رُو مرد مان را دیدم

از ہوائی زمانہ در امن ست
کوئی پیر مغان را دیدم
چہ اکابر چہ مردمان اشراف
رجعتِ پاسبان رادیدم

ہم پریشان حال نالہ کنان
ہر کجا انس و جاں را دیدم

چہ کلیسا چہ مسجد و منبر
بیدلے ہر مکان را دیدم

نیست آزاد کس ز حرص وہوا
مبتلا ہر کسان را دیدم

آنکہ ہمراز بود ہم مجلس
بے ویفائی ہمان را دیدم

زر نباشد بدست درویشان
طمع مال خسان را دیدم

Scanned by CamScanner

تختگہ مملکت خراسانے
حکم ایرانیان را دیدم

کشورات از مغول غضبیدہ
دست یونانیاں را دیدم

اوز ملکِ خود ست آوارہ
این چنین شہ دُران را دیدم

غلبہ کردہ جماعت کفار
غارتِ مولتان را دیدم

مسلمان مومنان ز دست کفار
قتل شد گشتگان را دیدم

عاقبت میرسد بکشور سندھ
صد زیان حمزیان را دیدم

آخرین وقت آشکارا شد
ہم نہاں و عیان را دیدم



# 59

حاڪمن جي محفل ڏٺي اٿئون. عمان (جي سمنڊ) جون موجون به ڏٺيون اٿئون. غريبن تي ظلم، سَوَ تعديون، شاهن جي حڪمراني ڏٺي اٿئون. مالدار عيش ۾ بدمست، دنيا جي هلت ڏٺي اٿئون. هٿين خالي ماڻهن جا کيسا پرجندي، ڪمزور کي طاقتوار ٿيندي ڏٺو اٿئون. بادشاهه فقير ۽ فقير بادشاهه ٿيندي، وقت جو اهڙو ڦيرو ڏٺو اٿئون. حافظ ۽ ورد پڙهندڙ بي عمل آهن. بيخبر قاضين کي ڏٺو اٿئون. سڌي واٽ تي ڪو به ناهي، گمراهن کي ڏٺو اٿئون. مون ڪان پڇين ته يقين واري واٽ وٺ. مڙني شڪن ۽ گمانن کي ڏٺو اٿئون. سيئي شريف ماڻهو ڏڪارا ۽ مصيبت ماريل آهن، بيڪار ماڻهن جي خوشي ۽ موج ڏٺي اٿئون. هر ڪو ڪوڙ تي سندرو ٻڌي بيٺو آهي، سڌي واٽ تي هلندڙن کي به ڏٺو اٿئون. هر ڪو پنهنجي پاڻ کي پهتل ٿو سمجهي، عارفن جو عرفان ڏٺو اٿئون. فلڪ جي گردش ڪان جي ڪو آزاد آهي، ته صرف عاشقن کي ئي آزاد ڏٺو اٿئون. ياقوت جَڙيل سونهري گلوبند (زيور) گڏهن جي ڪنڌ ۾ پيل ڏٺا اٿئون. حاڪمن جي در تي خراب ۽ شرمسار ٿيندي، زاهدن ۽ عابدن کي ڏٺو اٿئون. بک جا (ڪوڙا) شڪوه ڪندي، اميرن ڪبيرن کي ڏٺو اٿئون. رات ڏينهن دنيا جي ڪري سرڪردان، عالمن کي ڏٺو اٿئون. ڪافرن کي عزت ۽ آبرو جي حالت ۾ ۽ مومنن کي شرمسار ڏٺو اٿئون. هوشمندن (ڏاهن) کي ڏوڪڙن خاطر خوار ٿيندي ۽ ڪتن جي ڳلن ۾ سونهري گلوبند ڏٺا اٿئون. بزرگن جي ساڃي ۽ ڪاهي پاسي ماڻهن جا انبوه (بزرگن کي ماڻهن آڏو ڏيکاءُ ڪندي) ڏٺا اٿئون. پٽ کي پيءُ سان وڙهندي، بي شرم، بدنام ڏٺو اٿئون. عملدارن (ڪامورن) جي خوف سببان، خلق جا ٽيل هيڏا منهن (پريشاني) ڏٺا اٿئون. زماني جي ڦيري ڪان محفوظ، صرف پيرِ مغان

جي گھٽيءَ کي ڏٺو اٿئون. ڇا اڪابر، ڇا اشراف، (حاڪمن جي ) دربانن پارن مڙني کي ذليل ٿيندي ڏٺو اٿئون. هر ڪنهن کي پريشان حاليءَ ۾ ڪوڪون ڪندي، هر جاءِ تي (پاڻ سان، پنهنجي جان سان) انس، چاهه ڏٺو اٿئون. ڇا ڪليسا، ڇا مسجد، ڇا منبر، هر جاءِ بي دلي، مايوسي ڏٺي اٿئون. حرص ڪان ڪويہ آجو ناهي، سيني کي ان (مرض) ۾ مبتلا ڏٺو اٿئون. اهي جيڪي هر مجلس، هر محفل (ويجها دوست) هئا، تن کي بيوفائي، دغا ڪندي ڏٺو اٿئون. درويشن جا خالي هٿ ۽ هيچ ماڻهن کي مال ميڙ ۾ رُڌل ڏٺو اٿئون. خراسان پرڳڻي ۾ ، ايرانين جو حڪم هلندي ڏٺو اٿئون. مغلن جي ملڪن تي يونانين جو قبضو ڏٺو اٿئون. ڏيهہ بدر ٿي، درانيءَ کي رلندي ڏٺو اٿئون. ڪافرن جو ملتان تي قبضو ۽ قتلام ڏٺو اٿئون. ڪافرن هٿان قتل ٿيل مسلمان مومنن جون لاشون ڏٺيون اٿئون. سنڌ ملڪ کي سَوَ زيان رسندا، اهو نقصان حمزي خاندان (ٽالپور پاڻ کي حضرت حمزا [۴] جو اولاد چورائيندا هئا) طرفان ٿيندو. آخري وقت عيان آهي، مڙئي لڪل ۽ ظاهر شيون ڏٺيون اٿئون.

-

Scanned by CamScanner

## 60

عشق را پائداری می بینم
قائم و برقرار می بینم

از میٔ عشق عاشقان مستند
هر دم اندر خمار می بینم

روز و شب از غم و الم دارند
گریہ زار زار می بینم

شہسواران رہوان رفتند
پای لنگان ہزار می بینم

عاقلان رہ سلامتی گیریند
من رہ انتظار می بینم

Scanned by CamScanner

گشت منبر مکانِ واعظیان
سر عاشق بدار می بینم

عاشقان عارفان زمهجوری
در رہش اشکبار می بینم

عالمان مفتیان بی عمل اند
اندرون کشتکار می بینم

بین بآخر زمان شنواز من
کس نہ در اعتبار می بینم

بزرگان و مشائخان زمان
فارغ از دردِ یار می بینم

بلکہ گویند من چنیں و چنان
ہمہ در افتخار می بینم

راہِ مولی کسے نمی گیرد
ہرکسے را بکار می بینم

گہہ بہاریست گہہ خزان گردو
گہہ خزان را بہار می بینم

Scanned by CamScanner

ہر کجا شور و شر شدہ پیدا
فتنہ در ہر دیار می بینم

دل کہ از درد یار فارغ شد
نہ زندہ مردہ وار می بینم

راستی را خلاف میدانند
این عجب آشکار می بینم



Scanned by CamScanner

## 60

عشق کي پائيدار، قائم ۽ برقرار ڏسان ٿو. عشق جي شراب ۾ مست عاشق، هر وقت مخمور ڏسان ٿو. اهل درد رات ڏينهن ڏکن ۾ زارو زاري ڪندي ڏسان ٿو. شهسوار ويا هليا، هاٿي هزارين منڊا، لنگڙا ڏسان ٿو. عقل وارن سلامتي، عافيت جي واٽ ورتي آهي، مان انتظار جي راهه تڪيان ٿو. واعظن جو مقام منبر آهي، عاشق جو سِرُ سوليءَ تي ڏسان ٿو. عاشق، عارف جيڪي رنجور آهن تن کي، يار جي راهه ۾ روئيندي ڏسان ٿو. عالم، مفتي بي عمل آهن، هنن جي اندر زميندار (جاگيردار ٿيڻ جي خواهش) ڏسان ٿو. منهنجي ڳالهه ٻڌ، آخري وقت ۾ سڀ ڪنهن کي بي اعتبار ٿيندي ڏسان ٿو. دنيا جا بزرگ ۽ مشائخ، يار جي درد کان عاري ڏسان ٿو. جن جو چوڻ آهي ته 'اسان هي آهيون، اسان هو آهيون'، پر در حقيقت هني سيئي غرور، هوڏ ۾ ورتل ڏسان ٿو. مولا جي راهه ته ڪو نٿو وٺي، هر ڪنهن کي پنهنجي مطلب جي راهه تي ڏسان ٿو. ڪڏهن سرءُ ته ڪڏهن بهار، سرءُ کي بهار ۾ متجندي ڏسان ٿو. هر جاءِ گوڙ گمسان آهي، هر جاءِ فتنو فساد ڏسان ٿو. جيڪا دل يار جي سوز کان وانجهيل آهي، سا دل زنده نه پر مرده ڏسان ٿو. سچ کي ڪوڙ سمجهيو وڃي ٿو، اي آشڪار اهو عجب ڏسان ٿو.

—

